# اسلام جو سياسي نظريه

از

سيد ابوالاعلیٰ مودودي

سندي دارالاشاعت جماعت اسلامي
وائس روڊ سکر

قيمت :- ۹ر آنه

## فهرست

# اسلام جو سياسي نظريه

اسلام بابت اها ڳالهه اوهين اڪثر ٻڌندا رهندا آهيو ته "هي هڪ جمهوري نظام آهي"

گذريل ٻوئين دور کان وٺي انهي ڳالهه کي ور ور ڏيئي چيو ويو آهي، مگر جو ڪي شخص انهي کي زبان مان ڪڍن ٿا، سو نڪي يقين آهي ته انهن مان هزارن مان هڪ به اهڙو ناهي جنهن هن دين جو باقاعده مطالع ڪيو هجي ۽ انهي ڳالهه جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي هجي ته اسلام ۾ جمهوريت ڪهڙي حيثيت مان آهي ۽ ڪهڙي قسم جي آهي.

انهن منجهان ڪي شخص ته اسلام جي جماعتي نظام جي ڪن ظاهري شڪلين کي ڏسي مٿس جمهوريت جو نالو چنبڙائي ڇڏيندا آهن ۽ ڪيترا اهڙا به آهن جن جي ذهنيت ڪجهه اهڙي طور تي ٺهيل آهي جو دنيا ۾ (خاص ڪري حاڪمن ۾) جيڪا ڳالهه عام طرح مقبول هجي ان کي ڪنهن نه ڪنهن طرح اسلام ۾ موجود ثابت ڪري ڏيکارين. هنن وٽ اها مذهب جي سڀ کان وڏي خدمت آهي!

شايد هو اسلام کي انهيءَ يتيم ٻار وانگر سمجهن ٿا
جيڪو برباد ٿيڻ کان پوءِ رڳو انهيءَ طرح ئي بچي سگهي
ٿو جو مٿس ڪنهن اثر واري شخص جو هٿ هجي
يا وري شايد سندن اهو خيال آهي ته اسان جي عزت
رڳو مسلمان هجڻ جي حيثيت سان قائم ٿي نٿي ٿي سگهي
جيستائين اسين پنهنجي طريقي ۾ دنيا جي ڪنهن چالو
طريقي جي اصولن جي جهلڪ نه ڏيکاريون!

اهو انهيءَ ذهنيت جو نتيجو آهي جو جڏهين دنيا
۾ اشتراڪيت (روسي اصولن) جو غلغلو بلند ٿيو ته
مسلمانن منجهان ڪن شخصن پڪارڻ شروع ڪيو ته
اشتراڪيت رڳو اسلام جوئي هڪ سڌريل قسم آهي!

۽ جڏهين ڊڪٽيٽرشپ (هٽلري طريقن) جو آواز اٿيو
تڏهين ڪن ٻين شخصن "اطاعت امير" "اطاعت امير"
جون صدائون بلند ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون ۽ لڳا
اهين چوڻ ته هتي سمورو جماعتي نظام ڊڪٽيٽرشپ
تي ئي قائم آهي!

مطلب ته اسلام جو سياسي نظريو هن زماني ۾ هڪ
ڳجهارت ۽ هڪ چون چون جو مربو بڻجي
آهي جنهن منجهان هرڪا اهڙي چيز ڪڍي ڏيکاري
پئي سگهجي جنهن جي بزار ۾ کپت هجي.

ان ڪري ضرورت آهي ته باقاعده علمي طريقه سان
انهيءَ ڳالهه جي تحقيق ڪئي وڃي ته درحقيقت اسلام جو
سياسي نظريو آهي ڪهڙو!

انهي طرح نہ رڳو انهن جدا جدا خيالن جو خاتمو ٿي ويندو جي هر طرح پکڙيل آهن ۽ نہ فقط انهن ماڻهن جو منهن بند ٿي ويندو جن ڏاڍو هائي ڪايو ڪلايو اٿين لکي پنهنجي جهالت جي ثابتي ڏيئي ڏني هئي نہ ز اسلام تہ اصل ۾ ڪو سياسي ۽ حياتي گذارڻ جو نظام رکي ئي ڪون ٿو) بلڪ درحقيقت اونداهين ۾ پٽڪندڙ دنيا جي اڳيان هڪ اهڙي روشني چمڪڻ لڳندي جنهن جي هوءَ سخت حاجتمند آهي، اگرچ پنهنجي حاجتمنديءَ جو شعور نہ ٿي رکي.

## سڀني اسلامي اصولن جو بنياد

سڀ کان اول اها ڳالهہ ذهن نشين ڪري ڇڏيو تہ اسلام رڳو ڪن ڇڙ وڇڙ خيالن ۽ ڇڙ وڇڙ عملي طريقن جو مجموع نہ آهي جنهن ۾ هتان هتان قسمين قسمين شيون آڻي گڏ ڪيون ويئون هجن، بلڪ هي هڪ باضابطہ نظام آهي جنهن جو بنياد ڪن مضبوط اصولن تي رکيل آهي.

سندن وڏن وڏن رڪنن کان وٺي ننڍڙن ننڍڙن جزن تائين هر هڪ ڳالهہ سندس بنيادي اصولن سان منطقي ڳانڍاپو رکي ٿي.

انساني حياتيءَ جي سمورن پاڳن بابت هن جيترا قاعدا ۽ ضابطا مقرر ڪيا آهن تن سڀني جو روح ۽ سندن جوهر هن جي اوائلي اصول کان ئي ورتل آهي انهي اوائلي اصول منجهان سڄي اسلامي حياتي پنهنجي

ڏار ڏار ٿارين ساڻ بلڪل اهڙيءَ طرح نڪري ٿي جهڙي
طرح وڻ ۾ اوهين ڏسو ٿا ته ٻج مان پاڙون ۽ پاڙن مان
شاخون ۽ شاخن مان پن ڦٽن ٿا ۽ خوب
پکڙجي وڃڻ جي باوجود هن جو هڪ هڪ پن پنهنجي
شاخ مان ڳنڍيل رهي ٿو.

پوءِ اوهين اسلامي زندگي جي جنهن پاڱي کي به
سمجهڻ گهرو اوهان جي لاءِ اٽ تر آهي ته انهي جي
پاڙ ڏانهن توجه ڪريو ڇاڪاڻ ته انهي کان سواءِ
اوهين هن جي روح کي لهي نه سگهندا.

اسلام بابت اوهان کي مجمل طرح اها خبر ته ضرور
حاصل آهي ته نبين عليهم السلام جو مقصود اهوئي ڪم
آهي، اهو ڪو رڳو حضرت محمد بن عبدالله صلي الله
عليه وسلم جوئي مقصود نه هو بلڪ انساني تاريخ جي
تمام پراڻي دور کان جيترا به نبي خدا تعاليٰ جي طرف
کان آيا آهن تن سڀني جو اهوئي مقصود هو.

انهي سان گڏ اهو به مجمل طرح اوهان کي معلوم
آهي ته اهي سڀ نبي هڪ خدا جي خدائي مڃائڻ ۽
انهيءَ جي ئي بندگي ڪرائڻ آيا هوا، مگر آءٌ گهران ٿو
ته انهي سرسري علم تان پردو کڻي اوهين ذرا اونها
وڃو، ڇا لاءِ ته سڀ ڪجهه انهي پڙدي پٺيان لڪل آهي.

جاچ ڪندڙ نگاه وجهي چڱيءَ طرح ڏسو ته هڪ
خدا جي خدائي مڃائڻ مان مقصد ڪهڙو هو ۽ فقط انهي

جي عبادت ڪرائڻ جو مطلب ڪهڙو هو؟ ۽ آخر انهيءَ ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهه هئي جو جيئن ئي ڪنهن الله جي بندي مالڪم من اله غيره (الله کان سواءِ اوهان جو ٻيو ڪوبه معبود نه آهي) جو اعلان ڪيو ته يڪدم سموريون طاغوتي (خدائي حڪمن جي ابتڙ هلندڙ) طاقتون وٺ جو ڪنڊو بنجي هن کي چنبڙي ويون؟

جيڪڏهين ڳالهه فقط ايتري ئي هئي جيتري اڄ ڪلهه سمجهي وڃي ٿي ته مسجد ۾ هڪ خدا اڳيان سجدو ڪريو ۽ پوءِ ٻاهر نڪري حڪومت وقت (جيڪا نه وقت جي حڪومت هجي) جي وفاداري ۽ تابعداريءَ ۾ لڳي وڃو ته ڪنهن جو ڇٽو ڦريو هو، جو ايتري ننڍي ڳالهه جي لاءِ خواه مخواه ، ٻنهي وفادار رعيت جي مذهبي آزاديءَ ۾ دخل ڏني ها!

اچو ته اسين تحقيق ڪري ڏسون ته خدا جي باري ۾ نبين عليهم السلام جي ۽ دنيا جي ٻين طاقتن جو اصل جهڳڙو ڪهڙي ڳالهه تي هو.

قران ۾ هڪ هنڌ نه، بلڪ تمام گهڻن هنڌن تي اها ڳالهه صاف طرح بيان ڪئي ويئي آهي ته ڪافر ۽ مشرڪ جن جي نبين سان لڙائي هئي ، سي الله جا منڪر نه هوا انهن سيني کي تسليم هو ته ” الله آهي ، ۽ اهو ئي زمين ۽ آسمان جو خلقيندڙ ۽ انهن ڪافرن ۽ مشرڪن جو خلقيندڙ به آهي ، ڪائنات جو سمورو انتظام انهي جي ئي اشاري سان ٿي رهيو آهي ، اهو ئي پاڻي وسائي ٿو اهوئي

هوائن کي گردش ڏني تو ، انهي جي ني هٿ ۾ سج چنڊ ۽ زمين سڀ ڪجهه آهن .

قل لمن الارض ومن فيها ان كنتم تعلمون سيقولون الله قل افلا تذكرون ؟ قل من رب السموت السبع و رب لعرش العظيم ؟ سيقولون لله قل افلا تتقون قل من بيده ملكوت كل شي و هو يجير ولا يجار عليه ان كنتم تعلمون سيقولون لله قل فاني تسحرون ( مومنون ) ولئن سالتهم من خلق السموات والارض وسخرالشمس والقمر ليقولن الله فاني يوفكون .

ولئن سالتهم من خلق السموات والارض وسخرالشمس والقمر ليقولن الله فاني يوفكون ولئن سالتهم من نزل من السماء ماء فاحيابه الارض من بعد موتها ليقولن الله ( عنكبوت ٦ )

ولئن سالتهم من خلقهم ليقولن الله فاني يوفكون ( زخرف ٧ )

يعني ” انهن کان پڇو ته زمين ۽ جيڪي به زمين ۾ آهي سو ڪنهن جو آهي ؟ ٻڌايو ، جيڪڏهين اوهين ڄاڻو ٿا “

هو چوندا ” الله جو آهي “ چئو ” پوءِ اوهين غور نه ٿا ڪريو ؟

انهن کان پڇو ” ستن آسمانن جو ڌڻي ۽ عرش عظيم جو ڌڻي ڪير آهي ؟ “

چوندا ” الله “ چئو ” پوءِ اوهين انهي کان ڊڄوٿا ؟ “

انهن کان پڇو ”اهو ڪير آهي جنهن جي هٿ ۾ هر چيز جو اختيار آهي، ۽ اهو سڀني کي پناهه ڏئي ٿو مگر ڪو به منڊس مقابلي ۾ ڪنهن کي پناهه ڏيئي نه ٿو سگهي، ٻڌايو جيڪڏهن اوهين ڄاڻو ٿا؟“

هو ”چوندا ”الله! چو پوءِ اوهين ڪهڙي ڌوڪي ۾ وڌا ويا آهيو؟“

جيڪڏهن اوهين انهن کان پڇو ته ”ڪنهن آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي؟ ۽ ڪنهن سج ۽ چنڊ کي پنهنجي فرمان جو تابع بنائي ڇڏيو آهي؟“

هو ضرور چوندا ته ”الله!“ پوءِ آخر هي ڪيڏاهن ڀٽڪايا پيا وڃن! ...... ۽ جيڪڏهن اوهين انهن کان پڇو ته ”ڪنهن آسمان مان پاڻي لاٿو ۽ ڪنهن مٿل زمين کي اڀرڻ بخشيو؟“

هو ضرور چوندا الله!

۽ جيڪڏهن اوهين کانئن پڇو ته کين ڪنهن پيدا ڪيو! ضرور چوندا ”الله!“ پوءِ آخر هي ڪيڏانهن ڀٽڪايا ٿا وڃن! انهن آيتن مان اها ڳالهه چٽي طرح ثابت ٿي وڃي ٿي ته الله تعاليٰ جي هجڻ ۾ ۽ انهيءَ جي خالق هجڻ ۽ زمين آسمان جي مالڪ هجڻ ۾ ڪوبه اختلاف ڪونه هو، ماڻهو انهن ڳالهين کي از خود مڃيندا هوا، انڪري ظاهر آهي ته انهن ئي ڳالهين کي مڃائڻ جي لاءِ ته نبين جي اچڻ جي ضرورت هئي ئي ڪانه.

هاڻي پڇو ته نبين جي آمد ڇا لاءِ هئي ۽ جهڳڙو

ڪهڙيءَ ڳالهه جو هو؟ قرآن شريف چوي ٿو ته سڄورو جهڳڙو انهي ڳالهه تي هو ته نبي چوندا هئا ته جيڪو واهان جو زمين جو ۽ آسمان جو خالق ۽ ڌڻي آهي اهوئي اوهان جو رب ۽ الله به آهي ، انهي کان سواءِ ڪنهن کي الله ۽ رب نه مڃيو ، مگر دنيا انهيءَ ڳالهه کي مڃڻ لاءِ تيار نه هئي .

اچو ته وري به جاچ ڪريون ته انهي جهڳڙي جي ته ۾ ڇا آهي؟ الله مان ڪهڙي مراد آهي؟ رب ڪنهن کي چون ٿا؟ نبين ڇا لاءِ انهي ڳالهه تي زور هو ته الله کي ئي الله ۽ رب مڃيو؟ ۽ دنيا ڇو انهي تي لڙڻ لاءِ ڪڙ ٻڌيندي هئي؟

الله جي معنيٰ اوهين سڀ ڄاڻو ٿا ته ,, معبود " آهي مگر معاف ڪجو ، معبود جي معنيٰ اوهان کان وسري ويئي آهي ، معبود جو اکر عبد مان نڪتل آهي ، عبد ٻانهي ۽ غلام کي چون ٿا ، عبادت جي معنيٰ رڳي پوڄا جي ڪانه آهي ، بلڪ ٻانهي ۽ غلام جهڙا حياتي غلاميءَ ۽ ٻانهپ ۾ گذاري ٿو سا پوري جي پوري سراسر عبادت آهي ، خدمت لاءِ ٻيهڻ ، عزت طور هٿ ٻڌڻ مالڪ اڳيان سر جهڪائڻ فرمان برداريءَ ڊوڙ ڊڪ ۽ ڪوشش ڪرڻ ، جنهن جنهن ڪم جو اشارو ٿئي ان کي بجا آڻڻ ، جيڪي ڏني گهري سو پيش ڪرڻ ، سندس طاقت ۽ جبروت جي اڳيان ذلت ۽ عاجزي اختيار ڪرڻ ، جيڪو قانون هو بنائي ان جي

تابعداري ڪرڻ، جنهن جي خلاف هو حڪم ڏئي ان تي چڙهائي ڪرڻ، جتي هن فرمان هجي اتي سر ﺑﻪ ويڃائڻ، اهو عبادت جو اصل مفهوم آهي، ماڻهوءَ جو اصل معبود در حقيقت اهو ئي آهي جنهن جي عبادت هو اهڙي طرح سان ڪري ٿو. ۽ "رب" جو مفهوم ڪهڙو آهي؟ عربي زبان ۾ رب جي اصلي معنيٰ پالڻهار جي ئي ڪئي ويئي آهي، انڪري رب جي معنيٰ مالڪ ۽ آقا ﺑﻪ ٿي، جئن ته عربي محاوري ۾ مالڪ جي ملڪ کي رب المال ۽ گهر جي مالڪ کي رب الدار چوندا آهن.

انسان جنهن کي پنهنجو رازق ۽ پنهنجو مربي سمجهي جنهن ڪان نوازش ۽ سرفرازيءَ جي اميد رکي، جنهن ڪان عزت ۽ ترقيءَ ۽ امن جو اميدوار هجي، جنهن جي لطف واري نگاه جي ڦري وڃڻ ڪان ڊپ ڪري ته منهن جي حياتي بگڙي ويندي، جنهن کي پنهنجو آقا ۽ مالڪ مقرر ڪري، ۽ جنهنجي فرمانبرداري ۽ تابعداري ڪري اهوئي ان جو رب آهي. انهن ﭔنهي لفظن جي معنيٰ تي نگاه رکو ۽ پوءِ غور سان ڏسو، انسان جي مقابلي ۾ اها دعويٰ ڪري ڪير ٿو بيهي سگهي ته آءٌ تنهنجو اله آهيان، ۽ آءٌ تنهنجو رب آهيان، منهنجي بندگي ۽ عبادت ڪر، ڇا وڻ؟ پٿر؟ دريا؟ جانور؟ سج؟ چنڊ؟ تارا؟ ڪنهن ۾ ﺑﻪ اها همت آهي جو هو

انسان جي اڳيان اچي اها دعوا پيش ڪري سگهي؟
ب هرگز نه.

اهو فقط انسان ئي آهي جو انسان جي مقابلہ ۾ خدائي جي دعويٰ ڪري اٿي ٿو ۽ اٿي سگهي ٿو، خدائي جي هوس انسان جي ئي سر ۾ سمائجي سگهي ٿي، انسان جي ئي حد کان وڌيل مرتبي جي خواهش يا فائدي حاصل ڪرڻ جي خواهش ڪيس انهي ڳالهہ تي آماري ٿي ته هو ٻين انسانن جو خدا بنجي، انهن کان پنهن جي بندگي ڪرائي، انهن جا سر پنهنجي اڳيان جهڪرائي انهن تي پنهنجو حڪم هلائي، انهن کي پنهنجي خواهش جي حاصل ڪرڻ جو هٿيو بنائي.

اها خدا بنجڻ جي لذت اهڙي آهي جو انهي کان وڌيڪ ڪابہ لذيذ چيز اڄ تائين انسان دريافت نہ ڪري سگهيو آهي، جنهن کي بہ ڪجهہ طاقت، يا دولت، يا چالاڪي ۽ هوشياري، يا ڪنهن بہ قسم جو زور حاصل ٿئي ٿو- سو اڪثر ئي گهربڻو تہ پنهنجي قدرتي ۽ جائز حدن کان اڳتي وڌي وڃي ۽ آس پاس جا انسان جيڪي سندس مقابلہ ۾ هيٺا يا غريب، يا بي وقوف يا ڪنهن بہ حيثيت ۾ ڪمزور هجن تن تي پنهنجي خدائي جو سڪو ڄمائي ڇڏي. اهڙي قسم جا خدائي جو هوس رکندڙ ماڻهو ٻن طرحن جا ٿيندا آهن ۽ ٻہ ڌار ڌار رستا اختيار ڪندا آهن، هڪڙو قسم انهن ماڻهن جو آهي جن ۾ وڌيڪ جرئت ٿيندي آهي يا جن وٽ

خدائيءَ جي ڏاڪي چڙهڻ جي واسطي گهڻا ذريعا ڏيندا آهن انڪري هو سڀئون سڌو پنهنجي خدائيءَ جي دعوا ڪندا آهن ، مثلا هڪڙو اهو فرعون هو جنهن پنهنجي بادشاهي ۽ پنهنجي لشڪرن جي آڌار تي مصر جي رهاڪن کي چئي ڏنو تہ انا ربڪم الاعليٰ ( آءٌ اوهان جو سڀ کان مٿاهون رب آهيان ) ۽ ما علمت لڪم من اله غيري ( آءٌ نٿو ڄاڻان تہ مون کان سواءِ اوهان جو ڪو ٻيو بہ الله آهي ) جڏهن حضرت موسيٰ هن وٽ پنهنجي قوم جي آزادي جي گهر پيش ڪئي ۽ کيس چيو تہ تون پاڻ بہ اله العالمين جي بندگي اختيار ڪر ، تہ هن چيو تہ آءٌ توکي جيل ۾ موڪلڻ جي طاقت رکان ٿو انڪري تون مون کي الله ڪري مڃ ، لئن اتخذت الهـــا غيـــري لا جعلنـــڪ من المسجونين -

اهڙيءَ طرح هڪڙو اهو بادشاه هو جنهن سان حضرت ابراهيم جو بحث ٿيو هو ۔ قرآن ۾ انهي جو ذڪر جن لفظن سان آيل آهي انهن کي ذرا غور سان پڙهو ۔

الم تر الي الذي حاج ابراهيم في ربه ان اتاه الله الملڪ اذ قال ابراهيم ربي الذي يحي و يميت قال انا احي و اميت قال ابراهيم فان الله ياتي بالشمس من المشرق فات بها من المغرب فبهت الذي ڪفر ( بقره ۳۵ )

يعني تون انهي شخص کي ڏٺو ، جنهن ابراهيم سان هن باري ۾ حجت ڪئي تہ ابراهيم جو رب ڪير آهي؟ ۽ اها حجت ڇو ڪئي ؟ هن ڪري جو الله هن کي

حڪومت ڏني هئي، جڏهن ابراهيم چيو ته منهنجو رب
اهو آهي جنهن جي هٿ ۾ حياتي ۽ موت آهي،

ان تي هن جواب ڏنو ته زندگي ۽ موت ته منهنجي
هٿ ۾ به آهي، ابراهيم چيو ته ”چڱو، الله ته سج کي
اڀرندي جي طرف کان اڀاري ٿو، تون ذرا الهندي جي
طرف کان اڀاري ڏيکار!“ هي ٻڌي هو ڪافر هڪو ٻڪو
رهجي ويو.

ته غور ڪريو، هو ڪافر هڪو ٻڪو ڇو رهجي
ويو؟ هنڪري جو جو هو الله جو منڪر نه هو، هو هن
ڳالهه جو به قائل هو ته ڪائنات جو فرمان روا الله ئي آهي
سج کي اهوئي اڀاري ٿو ۽ اهو ئي لاهي ٿو، جهڳڙو هن
ڳالهه ۾ نه هو ته ڪائنات جو مالڪ ڪير آهي، بلڪ
انهي ڳالهه ۾ هو ته انسانن جو خاص ڪري بابل جي رهاڪن
جو مالڪ ڪير آهي!

هو الله هجڻ جي دعوا نه رکندو هو بلڪ هن ڳالهه
جي دعوا رکندو هو ته هن ملڪ جي رهاڪن جو رب آءٌ
آهيان ۽ اها دعوا انهي بنا تي هئي جو حڪومت سندس
هٿ ۾ هئي، ماڻهن جي جانين تي هو قبضو رکندڙ
هو پنهنجي پاڻ ۾ اها طاقت ڏٺائين ٿي ته جنهن کي
وٽي ڦاسيءَ تي لٽڪائي ڇڏيان ۽ جنهن جي وٽي جان
بخش ڪري ڇڏيان. هو سمجهندو هو ته منهن جي
زبان قانون آهي ۽ منهنجو حڪم سموريءَ رعيت تي
هلي ٿو، انهيءَ ڪري حضرت ابراهيم کان هن جي

گهرا ها هئي ته مون کي رب ڪري مڃ، منهن جي
بندگي ۽ عبادت ڪر.

مگر جڏهن حضرت ڇيو ته آءٌ ته انهيءَ ڪ رب
مڃيندس ۽ انهي جي بندگي ۽ عبادت به ڪندس جو رب
آهي ۽ جنهن جي عبادت هي مڃ ڪري رهيو آهي، هو
حيران رهجي ويو ۽ انهي ڪري حيران رهجي ويو ته
اهڙي شخص کي ڪيئن هوريءَ طرح مڃايان!

اها خدائي، جنهن جي فرعون ۽ نمرود دعوا
ڪئي هئي سا ڪا رڳو انهن ئي ماڻهن تائين محدود ڪانه
هئي، دنيا ۾ هر هنڌ فرمان روائن جي اهائي دعوا هئي
۽ اهائي دعوا آهي.

ايران ۾ بادشاهه جي لاءِ خدا ۽ خداوند جا لفظ ڪم
ايندا هوا ۽ انهن جي اڳيان بندگيءَ جون ميئي رسمون
بجا آنديون وينديون هيون، هوڏانهن ڪو به ايراني انهن
کي خدائي خدا يگان (يعني الله) ڪونه سمجهندو هو
نڪي هو خود انهي جا دعويدار هوا.

اهڙيءَ طرح هندستان ۾ فرمان روا خاندان پنهن جا
لسب ديوتائن سان ملائيندا هوا، جئن ته سورج بنسي ۽
چندر بنسي اڄ تائين مشهور آهن. راجا کي "ان داتا"
يعني رازق سڏيو ويندو هو، ۽ هن جي اڳيان سجدا ڪوا
ويندا هيا، توڙي جو پرميشر هجڻ جي دعوا نڪي
ڪنهن راجا ڪئي هئي نڪي پرجا (رعيت) ئي ائين
سمجهندي هئي.

اهڙوئي حال دنيا جي ٻين ملڪن جو بہ هو ۽ اڄ بہ آهي، هندن فرمان روائن جي لاءِ الله ۽ رب جي معنيٰ جهڙا لفظ هيئر بہ صفا چٽا ڳالهايا ٿا وڃن اتي بہ روح اهوئي ساڳيو آهي جو انهن لفظن جي مطلب ۾ آهي.

انهي قسم جي خداوندي جي دعوا لاءِ اهو ضروري نہ آهي تہ ماڻهون صاف لفظن ۾ الله ۽ رب هجڻ جي ئي دعوا ڪري، اهي سڀ شخص جي انسانن تي انهي مرتبي، انهي فرمان روائيءَ ۽ حڪمرانيءَ انهيءَ مالڪيءَ ۽ خداونديءَ کي قائم ڪن ٿا جنهن کي فرعون ۽ نمرود قائم ڪيو هو، سي در اصل الله ۽ رب جي معنيٰ ۽ مطلب جي دعوا ڪن ٿا، ڀوءِ ڪٿي لفظي دعوا نہ ڪن ۽ اهي سڀ ماڻهو، انهن جي تابعداري ۽ بندگي ڪن ٿا سي هر حالت ۾ سندن الله ۽ رب هجڻ تسليم ڪن ٿا، (مڃين ٿا) ڀوءِ ڪٿي زبان سان هو اهي لفظ نہ چون

مطلب تہ هڪڙو قسم انسانن جو اهو آهي جو سڌيءَ طرح پنهنجي الله ۽ رب هجڻ جي دعوا ڪري ٿو، ٻيو قسم اهو آهي جنهن وٽ ايتري طاقت ڪانہ هوندي آهي نڪي ايترا وسيلا هوندا آهن جو پاڻ اهڙي دعوا ڪري البت چالاڪيءَ ۽ فريب ڪاريءَ جا هٿيار هوندا آهن، جن سان هو عام انسانن جي دل ۽ دماغ تي جادو ڪري سگهن ٿا.

سو انهن وسيلن کان ڪم وٺي هو ڪنهن روح، ڪنهن ديوتا، ڪنهن بت، ڪنهن قبر، ڪنهن تاري

ڪهن وٽ ڪي الله ڀائي ڇڏيندا آهن ، ۽ ماڻهن کي چوندا آهن ته هي اوهان کي فائدو ۽ نقصان رسائڻ تي قادر آهن ، هي اوهان جي حاجت روائي ڪري سگهن ٿا ، هي اوهان جاوالي ۽ سنڀاليندڙ ۽ مددگار آهن ، انهن کي خوش نه ڪندا ته هي اوهان کي ڏڪارن ۽ بيمارين ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندا هنن کي خوش ڪري حاجتون گهرندا ته اوهان جي مدد کي پهچندا مگر انهن کي خوش ڪرڻ ۽ انهن کي توهانجي حال ڏي متوجه ڪرڻ جا طريقا اسان کي معلوم آهن ، انهن تائين پهچڻ جو وسيلو اسين ئي ٿي سگهون ٿا ، اسان جي بزرگيءَ کي مڃيو ، اسان کي خوش ڪريو ۽ اسان جي هٿ ۾ پنهنجي جان ، مال ، آبرو سڀ ڪجهه ڏيئي ڇڏيو.

ڪئين بيوقوف انسان انهيءَ چار ۾ ڦاسي وڃن ٿا ۽ ان رات ئي ڪوڙن خدائن جي ۽ انهن ٻين پوڄارين ۽ مجاورن جي خداوندي قائم ٿيندي آهي.

انهي قسم جا ٻيا شخص به آهن جي نجوم ، ۽ فال وٺڻ ۽ تعويذن ڌاڳن ۽ منترن جا وسيلا اختيار ڪندا آهن.

ڪي ٻيا شخص آهن جي الله جي بندگيءَ جو اقرار ته ڪندا آهن مگر چوندا آهن ته اوهين سڌيءَ طرح الله تائين پهچي نٿا سگهو ، هن جي بارگاه تائين پهچڻ جو وسيلو اسين آهيون ، عبادت جون رسمون اسان

جي ٿي وسيلي سان ادا ٿيندا بون ۽ اوهان جي چمڙ
ڪان وٺي مرڻ تائين هر ڪا مذهبي رسم اسان جي عقن
سان سر انجام ٿيندي!

ڪجهه پيا ماڻهو آهن جي الله جي ڪتاب جا وڏا
ڄاڻو بڻجي ويندا آهن عام ماڻهن کي انهي جي علم کان
محروم ڪري ڇڏيندا آهن ۽ خود پنهنجي خيال ۾
خدا جي زبان بڻجي حلال ۽ حرام جا حڪم ڏيڻ شروع
ڪري ڏيندا آهن ۽ ان طرح سندن زبان قانون بڻجي
ويندي آهي ۽ هو انسانن کي خدا بدران خود پنهنجي
حڪم جو تابع بڻائي ڇڏيندا آهن ۽ اهو ئي بنياد آهي
انهي برهمڻيت ۽ پاپائيت جو ۽ جيڪا قسمين قسمين
نالن ۽ صورتن سان قديم زماني کان وٺي اڄ ڏينهن
تائين دنيا جي ڌارڌار ڪندڙن ۾ پکڙيل آهي جنهن جي ئي
وسيلي ڪيترن خاندانن نسلن يا طبقن عام انسانن تي
پنهنجي اڳواڻي جو سڪو ڄمائي رکيو آهي.

انهي نظر سان جڏهن اوهين ڏسندا ته اوهان
کي معلوم ٿيندو ته دنيا ۾ فتني جي اصل جڙ ۽ فساد
جو اصلي بنيادي چشمو "انسان تي انسان جي خدائي"
آهي پوءِ کڻي اها سڌي سنئين هجي يا ڪنهن ور
وڪڙ سان هجي، انهيءَ کان ئي خرابيءَ جي شروعات ٿئي
ٿي ۽ انهيءَ کان ئي اڄ به زهر وارا چشما ڦٽي رهيا آهن.

الله تعاليٰ ته خير انسان جي فطرت جا سمورا راز
ڄاڻي ٿو ئي ٿو پر هاڻي ته هزار ورهين جي تجربي منجهان

خو اسلان تي ٻ، اها حقيقت کلي چڪي آهي ته انسان
ڪنهن نه ڪنهن ڪـي الله ۽ رب مڃڻ بنا رهـي نٿو
سگهي ، گويا سندس جيئڻ مشڪل آهـي جيڪڏهن هن
جو ڪو الله ۽ رب نه هجي ، جيڪڏهن هو الله کي ا،
مڃيندو تڏهـن بـــ سندس اله ۽ رب کان چوٽڪارو
نه ٿيندو بلڪ انهي صورت ۾ گهٽائـي اله ۽ رب سندس
ڪنڌ تي چڙهي ويندا !

غور سان ڏسو ، چا روس ۾ ڪميونسٽ پارٽـي ء
جي سياسي مجلس ( Political Bureau ) جا رڪن روس
جي رهاڪن جا رب ۽ اله نه آهن ؟ ۽ چا اسٽالين
سندن رب الا رباب ناهـي؟ روس جـــو ڪهڙو ڳوٺ ۽
ڪهڙو ٻوڪ جو فارم آهي جتي " هن روسين جي خدا "
جي تصوير موجود نه هجي ؟ هيئر پولينڊ جي جنهـن حصـي
تي روس قبضو ڪيو آهي انهي ۾ "سويٽ سسٽم"
( روسي قانون ) جي شروعات اوهان کي خبر آهي تـــ
ڪئن ٿي ؟ اسٽالين جـون تصويرون هزارن جـــي تعداد
۾ آڏيون ويون ، ڳوٺ ڳوٺ ۾ ٻهچايون ويون ، ته سڀ
کان اول هو پنهنجي " اله العظم " ۽ "رب الڪبير"
کان واقف ٿي وڃن ته پوءِ کين بالشويڪي دين ۾ داخل
ڪيو وڃي.

سوال اهو آهي ته هڪڙي انسان تي ايترو زور
چـــو ڏنو وڃي؟ ڪهڙو سبب آهي جو هڪڙي

شخص کي، پوءِ ڪنهن هڪ جماعت (Community) جي نمائندگي ڪري رهيو هجي، ڪروڙين انسانن ۽ سندن روحن تي اهڙيءَ طرح ڇانئجي ويو هجي جو هن شخصيت جو جبروت، هجي ڪبريائي سندن رڳ رڳ ۾ ويهي وڃي؟

انهيءَ طريقي سان ته دنيا ۾ هڪ انسان جي حڪومت قائم ٿي ٿئي، انهن ئي ته انسان انسانن جو بت خدا بڻجي ٿو، اهي ئي ته اهي ڍنگ آهن جن سان فرعونيت ۽ زاريت ۽ قيصرت جون جڙون هر زماني ۾ پائدار ٿيون آهن!

اهڙيءَ طرح اٽليءَ کي ڏسو، اتي فئسسٽ گرانڊ ڪائونسل الله هن جو مجمو آهي ۽ مسوليني سندن سڀ کان وڏو الله، جرمنيءَ ۾ نازي پارٽيءَ جا ليڊر اله آهن ۽ هٽلر سندن الله ڪبير، انگلنڊ ۾ سندس جمهوريت جي باوجود بئنڪ آف انگلنڊ جي ڊائريڪٽرن ۽ ڪجهه مٿاهين طبقي جي اميرن ۽ مدبرن ۾ پنهنجا اله رکي ٿو، امريڪه ۾ وال اسٽريٽ جا ڪي مٺ جيترا سرمائيدار سموري ملڪ جا رب ۽ الله بڻيل آهن!

مطلب ته اوهين جيڏانهن به نظر ڦيرائيندا ته ڪٿي هڪ قوم ٻيءَ قوم جي الله آهي، ڪٿي هڪ طبقو ٻين طبقن جو الله آهي، ڪٿي هڪ پارٽيءَ الهيت ۽ ربوبيت جي هنڌ تي قبضو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪٿي

هڪ ڊڪٽيٽر سا علمت لڪم من الله غوري جو ڍنڍورو ڏيڻي رهيو آهي ، انسان ڪنهن هڪڙي هنڌ به الله کان سواءِ رهيل نه آهي.

وري انسان تي انسان جي خدائيءَ قائم ٿيڻ جو نتيجو ڪهڙو نڪتو ؟ اهو ئي هڪ ، جو هڪ ڪميني، ٿوريءَ ڪجهه وارب ماڻهوءَ کي پوليس ڪمشنر بنائڻ يا هڪ جاهل ۽ ڇوٽيءَ نظر واري انسان کي وزير اعظم بنائڻ جو نتيجو نڪرند آهي.

اول ته خدائيءَ جو نشو ئي ڪجهه اهڙو آهي جو انسان انهي شراب کي پيئڻ بعد ڪڏهن به پنهن جي ضابطي ۾ رهي نٿو سگهي ، ۽ جيڪڏهن سمجهو ڪٿي ته هو ضابطي ۾ رهي به وڃي ، ته خدائي جا فرائض پورا ڪرڻ جي لاءِ جنهن علم جي ضرورت آهي ۽ جنهن بي غيوضي ، بي مطلبي ۽ بي نيازي جي ضرورت آهي سا انسان ڪٿان آڻيندو ؟

اهو ئي سبب آهي جو جتي جتي انسان جي الهيت ۽ ربوبيت قائم ٿي ، اتي ظلم ، گمراهي ، نا جائز فائده اڏنگائي ۽ اڻ سڌائيءَ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ واٽ لڌي ئي ورتي ، اتي انساني روح پنهنجي قدرتي آزاديءَ کان ضرور محروم ٿيو ، اتي انسان جي دل ۽ دماغ تي ۽ سندس پيدائشي قوتن ۽ صلاحيتن تي اهڙيون بندشون لڳي ويون جن انسان جي واڌاري ۽ سڌاري کي روڪي ڇڏيو.

ڪيتري نه قدر سچ فرمايو انهي سچي ۽ تصديق ڪيل رسول صلي الله عليه وسلم ته :-

قل الله عز و جل اني خلقت عبادي حنفاء فجاء تهم الشياطين فاحتا لتهم من دينهم و حرمت عليهم ما احللت لهم ( حديث قدسي )

( الله تعاليٰ عز و جل فرمائي ٿو ته مون پنهنجن بندن کي صحيح فطرت تي پيدا ڪيو، پوءِ شيطانن هنکي اچي گهيريو، کين فطرت جي سڌيءَ وات کان ڀٽڪائي ورتائون ۽ جيڪي مون هنن لاءِ حلال ڪيو هو، تنهن کان اهي شيطانن هن کي محروم ڪري ڇڏيو! )

جڏهن آءٌ مٿي عرض ڪري چڪو آهيان، اها اها چيز آهي جا انسان جي سمورن مصيبتن، سندس سمورن تباهين ۽ سندس سمورن محرومين جي اصل پاڙ آهي، اها سندس ترقيءَ ۾ اصل رڪاوٽ آهي، اهو اهو روڳ آهي جو سندس اخلاق ۽ سندس روحانيت کي، سندس علمي ۽ فکري قوتن کي، سندس تمدن ۽ سندس رهڻيءَ ڪهڻيءَ کي، سندس سياست ۽ سندس روزگار کي ۽ ٿوري ۾ ڳالهه ته سندس " انسانيت " کي سڄيءَ ونگر کائي ويو آهي، تمام پراڻي زماني کان کائي رهيو آهي، ۽ اڄ تائين کائيندو پيو وڃي!

انهي روڳ جو علاج ان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي ته انسان سمورن ربن ۽ سمورن الاهن جو انڪار ڪري فقط الله کي پنهنجو اله ۽ فقط رب العالمين کي پنهنجو رب ٺهرائي، انهي کان سواءِ ڪو به ٻيو رستو هن جي ڇوٽڪاري جو ڪونهي، ڇو ته اهي دين ۽ خدا جو منڪر بنجي به ته هو الاهن ۽ ربن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري نه ٿو سگهي!

اهو ئي اهو بنيادي سڏارو هو، جو نبين سڀني عليهم السلام انساني زندگيءَ ۾ ڪيو، اها، دراصل انسان تي انسان جي خدائي هئي، جنهن کي ڊاهڻ جي لاءِ هي شخص آيا، سندن اصلي ڪم ئي اهو هو ته انسان کي هن ظلم کان، هنن ڪوڙن خدائن جي بندگي کان، هن گمراهيءَ ۽ ناجائز فائدي کان ڇوٽڪارو ڏيارين.

هنن جو مقصد اهو هو ته جيڪي انسان انسانيت جي حد کان اڳتي وڌي ويا آهن، تن کي ڌڪي، وري انهي حد ۾ واپس پهچائن ۽ جيڪي انهي حد کان هيٺ ڪيرايا ويا آهن تن کي اپاري انهي حد تائين کڻي آئين ۽ سڀني کي حياتي گذارڻ جي هڪ اهڙي بندوبست جو پابند بڻائين جنهن ۾ ڪو به انسان نڪي ڪنهن انسان جو بندو هجي، نڪي مالڪ، بلڪ سڀ هڪ الله جا بندا بڻجي وڃن.

شروع کان جيترا به نبي دنيا ۾ آيا انهن سڀني جـــو

هڪ ئي پيغام هو ۽ اهو هو تہ يا قوم اعبدوا الله ما لڪم من اله غيره ( انسانو! الله جي بندگي ڪريو ، انهيءَ کان سواءِ ڪوبہ توهان جو الله ناهي)

اهو ئي حضرت نوح (ع) چيو، اهو ئي حضرت صالح چيو ، اهو ئي حضرت شعيب چيو ، ( ڏسو صورت هود رڪوع ٤-٥-٦-٨)

انهي جو ئي اعلان محمد عربيؐ صلي الله عليه وسلم ڪيو آهي :-

انما انا منذر وما من اله الا الله الواحد القهار رب السماوات والارض وما بينهما (ص ٥)

ان ربڪم الذي خلق الذي خلق السموات والارض و الشمس والقمر والنجوم مسخرات بامره الا له الخلق و الامر ( اعراف ٧ )

اذ لڪم الله ربڪم لاالهالا هو خالق ڪل شيءفاعبدوه وهو علي ڪل شيء وڪيل ( انعام ١٣ )

وما امروا الا ليعبدواالله مخلصين له الدين حنفاءَ (البينه)

تعالوا الي ڪلمه سواء بيننا وبينڪم الانعبدالاالله ولانشرڪ به شيئًا ولايتخذ بعضنا اربابا من دون الله ( آل عمران )

آءُ اوهان کي خبردار ڪرڻ آيو آهيان ، ڪو بہ الہ ناهي ، سواءِ انهي هڪ الله جي ، جو سڀني تي غالب آهي ، جو رب آهي آسمانن ۽ زمين جو ۽ انهي هر ڪنهن شيء جو ، جا آسمانن ۽ زمين جي وچ ۾ آهي.

پڪ سان اوهان جو رب الله آهــي جنهن پيدا ڪيو
آسمانن ۽ زمين کي ۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارن کــي،
سڀ انهي جي حڪم جي تابع آهن، خبردار، خلق به
انهي جي آهي ۽ حڪومت به انهي جي. (صورت اعراف)

اهو ئي آهي الله اهو ئي توهان جو رب آهي ۽ انهيءَ
کان سواءِ ڪو به الله ڪونهي، اهو هر شئي جو خالق
آهي، انڪري اوهين انهي جي بندگي ڪريو ۽ هو هر
شيءِ تي نگهبان آهي. (صورت انعام)

انهن کي ڪو به حڪم نــه ڏنو ويو، سواءِ هن جي
ته الله جي بندگي ڪن، سيني کي ڇڏي فقط هن جي
تابعداري ڪن، (صورت البينة)

اچــو هڪ ڳالهه جي طرف جا اسان جي ۽ اوهان جي
وچ ۾ هڪ جهڙي آهي، اها هيءَ تــه الله کان سواءِ
ڪنهن جي به بندگي نه ڪريون ۽ خدائي ۾ ڪنهن
کي هن جو شريڪ نه بڻايون ۽ اسان منجهان ڪو به،
ڪنهن کي به، خدا کان سواءِ پنهنجو رب نه بڻائي.
(صورت آل عمران)

اهو اهو ڏينهن ورو هو جنهن انسان جي روح ۽ سندس
عقل ۽ فڪر ۽ سندس ذهني ۽ جسمي قوتن کي غلاميءَ
جي انهن بندشن کان آزاد ڪرايو جن ۾ هو جڪڙيل
هوا ۽ اهي بار هنن تان لاٿا ئون، جن هيٺان هو
دٻيل هوا.

اهو انسان جي لاءِ سچي پچي آزادي جو چارٽر هو، محمد رسول الله (ص) جي انهيءَ ئي ڪارنامي بابت قرآن شريف ۾ ارشاد فرمايل آهي ته ﴿ يضع عنهم اصرهم والاغلال التي كانت عليهم ﴾ (يعني هي انهن مٿان اهي بار لاهي ٿو جي انهن تي لديل هئا ۽ انهن بندشن کي ڪپي ٿو جن ۾ هو ڪشيل هوا )

## سياسي نظريه جي شروعات

نبين سڳورن ع انساني حياتيءَ جي واسطي جيڪو بند و بست رٿيو تنهن جو مرڪز ۽ محور ، سندس روح ۽ جوهر اهو ئي عقيدو آهي ۽ انهيءَ تي ئي اسلام جي سياسي نظريه جو بنياد به قائم آهي.

اسلامي سياست جو پهريون اصول اهو آهي ته حڪم ڏيڻ ۽ قانون بنائڻ جا اختيار سمورن انسانن کان هر هڪ کان جدا خواه سموريءَ طرح ڪسي ڇڏيا وڃن ۽ ڪنهن به شخص کي اهو حق نه ڏنو وڃي ته هو (پنهنجي طرفان ڪو) حڪم ڏئي ۽ ٻيا انهيءَ جي تابعداري ڪن ۽ هو قانون بنائي ۽ ٻيا انهي جي پابندي ڪن ، اهو اختيار فقط الله تعاليٰ کي آهي.

ان الحڪم الا لله امر الا تعبدو الا اياه ذالڪ دين القيم
(يوسف ٥)

يقولون هل لنا من الامر شيء قل ان الامر ڪله لله.
(آل عمران ١٦)

ولا تقولوا لما تصف السنتكم الكذب هذا حلال و هذا حرام (النمل ١٥)

و من لم يحكم بما انزل الله فاولئك هم الظالمون.
(مائده ٥)

( يعني حڪم الله کانسواءِ ڪنهن ٻئي جو ناهي ، انهيءَ جو فرمان آهي ته هن کان سواءِ ڪنهن به ٻئي جي بندگي نه ڪريو ، اهوئي صحيح دين آهي.
( سورت يوسف )

هو پڇن ٿا ته اختيارين ۾ اسان جو به ڪجهه حصو آهي؟ چو ته اختيار تمورا الله جي هٿ ۾ آهن.

پنهنجي زبانن سان ائين ني غلط سلط نه چئي ڇڏيندا ڪريو ته هي حلال آهي ۽ هي حرام. سورت نحل)

جيڪي ماڻهون خدا تعالیٰ جي نازل ڪيل شريعت موجب فيصلو نه ڪن. سي ئي در حقيقت ظالم آهن.
(سورت مائده)

انهي نظر به موجب حاڪميت ( Sovereigenty ) لفظ خدا تعالیٰ جي آهي قانون ناهيندڙ (Lawgiver) فقط خدا تعالیٰ آهي ، ڪو به انسان ، خواه هو نبي ئي ڇو نه ڪٿي هجي ، پنهنجي سر ( پنهن جي طرفان حڪم ڏيڻ ۽ منع ڪرڻ جو حقدار نه آهي ، نبي خود به چئي ٿو ته آءٌ الله جي حڪم جي ئي پيروي ڪريان ٿو جو مون تي وحي ڪيو وڃي ٿو. )

عام انسان انبيءَ جي تابعداريءَ تي فقط انهيءَ ڪري مقرر آهن جو هو پنهنجو حڪم، بلڪ خدا جو حڪم بيان ڪري ٿو :-

١- وما ارسلنا من رسول الا ليطاع باذن الله.
(النساء ٩)

٢- اولئڪ الذين آتيناهم الڪتاب والحڪم والنبوت
(انعام ١)

٣- ما ڪان بشران يوتيه الله الڪتاب و الحڪم والنبوت ثم يقول للناس ڪونوا عبادالي من دون الله و لڪن ڪونوا ربانين.
(آل عمران ٨)

١- اسان ڪو به رسول نه موڪليو آهي مگر انهيءَ لاءِ ته الله تعاليٰ جي اجازت (Sanction) سان سندس تابعداري ڪئي وڃي.
(سورت نساء)

١- اهي نبي اهي شخص آهن جن کي اسان پنهنجو ڪتاب ڏنو، حڪم (Authority) سان سرفراز ڪيو ۽ نبوت عطا ڪئي.
(سورت انعام)

٣- ڪنهن به انسان جو اهو ڪم نه آهي ته الله کيس ڪتاب ۽ حڪم ۽ نبوت سان سرفرازي ۽ هو ماڻهن کي اُهو چوي ته اوهين خدا تعاليٰ بدران منهنجا بندا ٿيو، بلڪ هو ته ائين ٿي چوندو ته اوهين رباني (هڪ رب وارا) ٿيو.
(آل عمران)

پوءِ اسلامي اسٽيٽ جون شروعاتي خاص ڳالهيون،

جي قرآن شريف جي مٿي ذڪر ڪيل سمجهائين مان نڪرن ٿيون سي هي آهن :-

(١) هي شخص، خاندان طبقو، يا ٽولي بلڪ اسٽيٽ جي سموري آبادي گڏجي به حاڪميت جي مالڪ نه آهي، حاڪم اصلي فقط خدا آهي ۽ باقي سڀ فقط رعيت جي حيثيت رکن ٿا.

(٢) قانون سازيءَ جا اختيار به خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به حاصل نه آهن، سمورا مسلمان گڏجي به نه پنهنجي لاءِ ڪو قانون ٺاهي سگهن ٿا ۽ نڪي خدا جي ڪنهن به ٺاهيل قانون ۾ ڦير گهير ڪري سگهن ٿا.

(٣) اسلامي اسٽيٽ هر حالت ۾ انهي قانون تي قائم ٿيندي جو خدا جي طرف کان سندس نبيءَ ڏنو آهي ۽ انهي اسٽيٽ کي هلائيندڙ گورنمنٽ فقط انهي حال ۾ ۽ انهي حيثيت سان تابعداريءَ ڪرائڻ جي حقدار ٿيندي جو هو خدا جي قانون کي چالو ڪندڙ هجي.

# اسلامي اسٽيٽ جو قسم

هڪ شخص هڪڙي نظر ۾ انهن خاص ڳالهين کي ڏسي سمجهي سگهي ٿو ته هي (Democracy) آهي، هن ڪري، جو جمهوريت ته نالو ئي انهي حڪومت جي انهي طرز جو آهي، جنهن ۾ ملڪ جي عام رهاڪن کي حاڪميت حاصل ٿئي، انهن جي ئي راءِ سان قانونن ۾ ڦيو گهير بدل سدل ٿئي ۽ سندن ئي

راءِ سان قانون ٺھجن ، جنھن قانون کي ھو گھرن چالو
ڪن ، ۽ جنھن کي نہ گھرن سو قانون جي ڪتاب مان
ٿي ڪڍي ڇڏين ·

اھا ڳالھہ اسلام ۾ نہ آھي تنھن ڪري انھي معنيٰ ۾
ان کي جمھوريت نٿو چئي سگھجي ، ھن جي لاءِ
وڌيڪ صحيح نالو "الاھي حڪومت" آھي ، جنھن
کي انگريزي ۾ (Theocracy) چون ٿا ، مگر يورپ
جنھن ٿيا ڪريسيءَ کان واقف آھي ، اسلامي ٿيا ڪريسيءَ
انھي کان بلڪل نياري آھي، يورپ انھي ٿيا ڪريسيءَ
مان واقف آھي جنھن ۾ ھڪڙو خاص مذھبي طبقو
(Priestclass) خدا جي نالي ۾ خود پنھنجا ٺاھيل قانون
چالو ڪري ٿو* ۽ عملي طرح انھن جي خدا ٿي عام
وڌيڪ رھاڪن تي ڇڙھي ڇڏي ٿو ، اھڙي حڪومت کي تہ
الاھي بدران شيطاني حڪومت چوڻ وڌيڪ
وزلائتو ٿيندو.

---

* عيسائي ھو ڀن وٽ مسيح ع جي اخلاقي تعليم
کان سواءِ ٻي ڪا شريعت اصل ڪان ھئي ئي ڪانہ، ان
ڪري ھو ، پنھنجي مرضيءَ سان پنھن جي نفس جي
خواھش موجب قانون ٺاھيندا ھوا ۽ انھن چئي انھن
کي چالو ڪندا ھوا تہ ھي خدا تعاليٰ جي طرف کان
آھن، فويل للذين يڪتبون الڪتب بايديھم ثم يقولون
ھذا من عند الله

انهي جي ابتڙ اسلام جنهن ٿيا ڪر يسيءَ کي پيش ڪري ٿو سا ڪنهن خاص طبقي جـــي هٿ ۾ نہ ٿي ٿئي ، بلڪ عام مسلمانن جي هٿ ۾ ٿئي ٿي ، ۽ اهي عام مسلمان ان کي خدا تعاليٰ جي ڪتاب ۽ سنــد س رسول جي سنت موجب هلا ئيندا آ هـــن ، جيڪڏ هن مون کي هڪڙ ي نئين اصطلاح ٺاهڻ جي اجازت ڏ ني وڃي تہ آءُ انهي طرز حڪومت کي (Theo-democracy) يعني " اللاهي جمهوري حڪومت " نالي سان سڏيندس ڇو تہ هن ۾ خدا جي حاڪميت ۽ سندس سپ ڪان وڏ ي مرتبي ( Paramountey ) هيٺ مسلمانن کـــي هڪ محـــد و د عمو ســـي حڪومت ( Limited Papular Severeigny ) يعني ڪن حد ن اندر عام ماڻهن جي حڪومت عطا ڪئي ويئي آهہ ، هن ۾ عامل Executive يعني حڪم هلائيندڙ آفيسري مسلمانن جي راءِ ســان ڏ ــي ٿئي ، ڪيـــس موقوف ڪرڻ جا اختـــيا ر هوندا ، سمورا انتظامي ڪم ۽ اهي سمو را مسئلا ، جن بابت خدا تعاليٰ جي شريعت ۾ ڪو بہ چٽـو حڪم موجود نہ آهي ، سي مسلمانن جي عام راءِ ( اجتماع ) سان ٺي فيصل ٿيندا قانون اللاهيءَ سان جتي بہ ڪا مراد ڪڍ ڻـي هوندي اتي هر ڪو اهو شخص سندس مراد ڪڍ ڻ جو حقدا ر هوندو جنهن اهڙيءَ سمجهہ هلا ئڻ جي قابليت هٿ ڪئي هجي ، انهي نظر يہ موجب اها ڊيمو ڪر يسي

( جمهوريت ) آهي، مگر جيئن مٿي عرض ڪري چڪو آهيان ته جتي خدا ۽ سندس رسول جو حڪم موجود هجي اتي مسلمانن جي ڪنهن امير کي، ڪنهن ليجسليچر ( قانون ٺاهيندڙ ) جماعت کي، ڪنهن سمجهه ڀلائيندڙ ۽ دين جي عالم کي، بلڪ سموري دنيا جي مسلمانن کي گڏجي به انهيءَ حڪم ۾ هڪ وار برابر ڦير گهير ڪرڻ جو حق حاصل نه آهي، انهيءَ نظريه موجب هي "ٿيا ڪريسي" آهي.

## هڪ اعتراض

اڳتي وڌڻ کان اڳ آءٌ انهيءَ ڳالهه جي ٿوري چٽائي ڪري ڇڏڻ گهران ٿو ته اسلام ۾ ڊيمو ڪريسي (جمهوريت) ته هي حدون ۽ بند ڇو وڌا ويا آهن، ۽ اهي حدون ۽ بند ڪهڙي ڍول جا آهن؟

اعتراض ڪندڙ اهو اعتراض ڪري سگهي ٿو ته خدا تعاليٰ انساني عقل ۽ روح جي آزادي کسي ورتي آهي پيئي پاسي اچان اوهين اهو ثابت ڪري رهيا هوا ته هڪڙي خدا جي الوهيت کي مڃڻ مان انسان کي عقل ۽ فڪر ۽ جسم ۽ جان جي آزادي ملي ٿي، انهيءَ جو جواب هي آهي ته قانون ٺاهڻ جو اختيار الله تعاليٰ پنهنجي هٿ ۾ انسان جي قدرتي آزادي کسڻ لاءِ نه بلڪ سندس بچاءُ ڪرڻ واسطي رکيو آهي انهيءَ جو مقصد انسان کي اِها راهه تيڻ ۽ پنهنجي پيرن تي ٻاڻ

ڪهاڙي هٿ ڪسان بچا ئڻ آهي. اها ولايت جي نالي ماتر جمهوريت جنهن بابت دعويٰ ڪئي وڃي ٿي ته هن ۾ عام جي حڪومت (Papular Severeignty) ٿئي ٿي. ذرا ان جي تپاس ته ڪري ڏسو، جن ماڻهن سان گڏجي ڪا اسيمبلي ٺهجي ٿي سي سڀ جا جا سي نڪي پاڻ ٿا قانون ٺاهين ۽ نڪي پاڻ هن کي چالو ڪن ٿا، هنن کي پنهنجي حاڪميت ڪن چونڊيل شخصن کي سونپڻي پوي ٿي ته سندن طرفان هو قانون ٺاهين ۽ چالو ڪن.

انهي مطلب سان چونڊ ڪرڻ جو هڪ بندوبست مقرر ڪيو وڃي ٿو، انهي چونڊ ۾ گهڻو ڪري اهي شخص ڪامياب ٿين ٿا، جي عام ماڻهن کي پنهنجي دولت، پنهنجي علم، پنهنجي چالاڪيءَ ۽ پنهن جي ڪوڙي پرو پيگنڊا جي زور سان بي وقوف بڻائي سگهن ٿا، وري اهي خود عام جي ووٽ سان ٿي سندن الله ٻڌجي وڃن ٿا، عام جي فائدي لاءِ نه، بلڪ پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي (ٽوليءَ جي) فائدي جي واسطي قانون ٺاهين ٿا ۽ انهيءَ طاقت سان، جيڪا عوام هنن کي ڏني آهي. انهي قانونن کي عوام تي چالو ڪن ٿا. اهائي مصيبت امريڪا ۾ آهي، اها ئي انگلنڊ ۾ ۽ اهائي انهن سڀني ملڪن ۾ آهي جن کي اڄ جمهوريت جي جنت هجڻ جي دعوي آهي.

وري انهي طرف کي ڇڏي جڏهن اهو ڪٿي
مڃجي ته انهي عام ماڻهن جي ئي مرضيءَ سان قانون
ٺهجن ٿا، تڏهن به تجربي مان اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي
آهي ته عام ماڻهو پاڻ به پنهنجي فائدن کي نٿا سمجهي
سگهن، انسان جي اها قدرتي ڪمزوري آهي
ته هو پنهنجي حياتي جي گهڻين ڳالهين جي
حقيقت کي ڪن طرفن کان ڏسي ٿو ۽
ڪن کي ٿو ڏسي، هن جو فيصلو (Judgment) عام
طرح هڪ طرفو ٿئي ٿو، هن تي جذبن ۽ خواهشن
جو ايترو غلبو ٿئي ٿو جو هو خالص عقلي ۽ عملي
حيثيت سان ٻئي طرفو رايو تمام گهٽ ڪري سگهي ٿو،
بلڪ گهڻن وقتن ۾ ته عقلي ۽ عملي حيثيت سان جيڪا
ڳالهه هن تي روشن ٿي وڃي ٿي ان کي به هي جذبن
۽ خواهشن جي مقابلي ۾ رد ڪري ڇڏي ٿو، انهي جي
ثابتيءَ ۾ گهڻائي مثال سنهنجي اڳيان موجود آهن، مگر
ڊيگهه کان بچڻ خاطر آءٌ فقط امريڪا جي شراب جي منع
واري قانون جو مثال پيش ڪندس :-

عملي ۽ عقلي حيثيت سان اها ڳالهه ثابت ٿي
چڪي هئي ته شراب صحت جي واسطي نقصان ڪار
آهي، عقلي ۽ ذهني قوتن تي برو اثر وجهي ٿو،
۽ انساني تمدن ۾ فساد پيدا ڪري ٿو، انهن حقيقتن
کي تسليم ڪري امريڪا جي عام راءِ انهي ڳالهه لاءِ

راضي ٿي هئي ته شراب جي منع جو قانون پاس ڪيو وڃي، جئن ته عام جي ووٽ سان ئي اهو قانون پاس ٿيو آهي.

پر جڏهين اهو چالو ڪيو ويو تڏهين انهي ئي عام، جنهن جي ووٽ سان اهو قانون پاس ٿيو هو هن جي خلاف بغاوت ڪئي بري ڪان بري قسم جا شراب ناجائز طور تي ٺاهيا ۽ پيتا ويا، اڳئين ڪان ڪئين دفعه وڌيڪ شراب جو استعمال ٿيو، ڏوهن ۾ اچان به وڌيڪ واڌارو ٿيو، آخر ڪار انهي عام جي ئي ووٽن سان جيڪو شراب حرام ڪيو ويو هو سو حلال ڪيو ويو!

اها حرام هجڻ جي فتويٰ، جا حلال هجڻ سان بدلائي ويئي ان جو سبب اهو ڪونه هو ته عملي ۽ عقلي حيثيت سان هاڻي شراب جو استعمال فائدي مند ثابت ٿي ويو هو، بلڪ فقط سبب اهو هو جو عام پنهن جي جاهلاڻين خواهشن جا ٻندا ٺيل هوا، هنن پنهن جي حاڪميت نفس جي شيطان جي طرف ڦيرائي ڇڏي هئي، پنهنجي خواهشن کي پنهنجو الله بنائي ڇڏيو هو، ۽ انهي الله جي بندگي ۾ هو انهي قانون کي بدلائڻ تي راضي هوا جنهن کي هنن پاڻ ئي پنهنجي عملي ۽ عقلي حيثيت سان صحيح تسليم ڪري پاس ڪيو هو.

انهي قسم جا پيا به گهڻائي تجربا آهن جن سان اها ڳالهه روشن وڃي ٿي ته انسان پاڻ پنهنجو قانون ٺاهيندڙ

(Legisletor) ٻڌ جي اهليت نه ٿو رکي، جيڪڏهن
ڪيس پڻ الله جي بندگيءَ کان ڇوٽڪارو ملي ته وڃي
ته هو پنهنجي جاهلاڻين خواهشن جو بندو بڻجي ويندو
۽ پنهنجي نفس ۽ شيطان کي الله بڻائي ڇڏيندو،
انڪري هو انهي جو محتاج آهي ته سندس آزادي تي
خود سندس پنهنجي فائدن ۾ مناسب حدون لڳايون وڃن.

انهي سبب ڪري الله تعاليٰ اهي بندشون لڳايون
آهن جن کي اسلام جي اصطلاح ۾ "حدودالله" (Divine Limtis)
چيو وڃي ٿو، اهي حدون حياتي جي حصي
۾ ڪجهه اصولن، ڪجهه قانونن ۽ ڪجهه پڪن حڪمن
تي ٻڌل آهن جي زندگيءَ جي وچڙائيءَ ۽ پنهي پاسن
کي هڪ جهڙي رکڻ جي واسطي لڳايون ويون آهن،
انهن جي مراد هي آهي ته اهي توهان جي آزاديءَ
جون آخرين حدون آهن، انهن جي اندر رهي اوهين
پنهنجي ورتاءُ جي واسطي ٻيا ننڍا قانون (Regulation)
بڻائي سگهو ٿا مگر انهن حدن کي اورانگهڻ جي اجازت
نه آهي، انهن کي اورانگهندا ته اوهان جي پنهنجي حياتي
جو نظام ڇٽ ۽ خلل وارو ٿي ويندو.

## الله جي حدن جو مقصد

مثال طور انسان جي گذران واريءَ زندگيءَ کي وٺو
هن ۾ الله تعاليٰ شخصي ملڪيت جو حق زڪوات
جي فرضيت، وياج جو حرام هجڻ، جوا ۽ سٽه جي

منع ورثہ جھڙا قانون، ۽ دولت ڪمائڻ، جمع ڪرڻ ۽ خرچ ڪرڻ تي پابنديون وجهي ڪجهہ سرحدي نشان لڳائي ڇڏيا آهن.

جيڪڏهن انسان انهن نشانن کي برقرار رکي ۽ انهن اندر رهي پنهنجي وهنوارن ۽ ڪمن ڪارن جو بندوبست رکي ته هڪ طرف شخصي آزادي (Persanel Liberty) به محفوظ رهي ٿي ته ٻئي طرف طبقاتي جنگ (Class War) ۽ هڪڙي طبقي جي ماڻهن جو ٻئي طبقي جي ماڻهن تي چڙهت جي اها حالت به پيدا نٿي ٿي سگهي جا ظالمانہ سرمايہ داريءَ کان شروع ٿي مزدورن جي ڊڪٽيٽريءَ تي وڃي ڇيهہ ٿي ڪري.

اهڙيءَ طرح عيالداريءَ جي زندگيءَ (Family Life) ۾ الله تعالىٰ شرعي پردو، مرد جي حاڪميت، مڙس ۽ زال، ۽ ٻارن جي حقن ۽ فرضن، طلاق ۽ خلع جي حڪمن، هڪ کان وڌيڪ زالن جي شرطي اجازت زنا ۽ بهتان جون سزائون مقرر ڪري اهڙيون حدون ٻڌي ڇڏيون آهن جو جيڪڏهن انسان انهن جي چنگيءَ طرح سنڀال ڪري ۽ انهن جي اندر رهي پنهنجي خانگي زندگيءَ کي مضبوط ڪري ته نڪي گهر ظلم ۽ ستم جو دوزخ بنجي سگهن ٿا ۽ نڪي انهن گهرن منجهان عورتن جي شيطاني آزاديءَ جو اهو طوفان اٿي سگهي ٿو جو اڄ سموريءَ انساني تهذيب کي تباهہ ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏيئي رهيو آهي!

اهڙيءَ طرح انساني رهڻي ڪهڻي ۽ تمدن جي
سنڀال جي واسطي الله تعاليٰ قصاص جو قانون، چوريءَ
جي لاءِ هٿ ڪپڻ جي سزا، شراب جو حرام هجڻ،
جسماني ستر جون حدون ۽ ٻيا اهڙا ڪي، پڪا قاعدا
مقرر ڪري فساد جا دروازا هميشه جي لاءِ بند ڪري
ڇڏيا آهن.

مون لاءِ ايترو موقعو نه آهي جو آءٌ الله جي مقرر
ڪيل حدن جي هڪ مڪمل فهرست اوهان جي اڳيان
پيش ڪري تفصيل سان ٻڌايان ته انساني حياتيءَ ۾
برابري ۽ وچٿرائيءَ قائم ڪرڻ جي واسطي انهن مان
هڪ هڪ حد ڪيتري قدر ضروري آهي، هتي فقط
هيءَ ڳالهه اوهان جي ذهن ۾ وهارڻ گهران ٿو ته الله
هن طريقه سان هڪ اهڙو پڪو ۽ ڦير گهير نه ڪرڻ
جهڙو قانون (Constitution) بنائي انسان کي ڏيئي
ڇڏيو آهي جو نه سندن آزاديءَ جي روح کي ڪمي ٿو
۽ نڪي سندن عقل تي بي جاءِ پابنديون وجهي ٿو،
بلڪ هن لاءِ هڪڙو صاف، چٽو ۽ سڌون رستو مقرر
ڪري ٿو ڇڏي، ته هو پنهنجي جهالت ۽ پنهن جي
ڪمزورين جي سبب ڪري تباهيءَ جي ورن وڪڙن
۾ ڦٽڪي نه وڃي ۽ سندس قوتون غلط رستن ۾ ضايع نه
ٿين ۽ هو پنهنجي سچيءَ ڀچيءَ بهتريءَ ۽ ترقي جي راه تي
سڌو وڌندو هليو وڃي.

جڏهن اوهان کي ڪنهن جابلو هنڌ تي وڃڻو پوندو هوندو ته اوهان ڏٺو هوندو ته ورن وڪڙن سان پريل جابلو رستن ۾، جن جي هڪ طرف هڪڙي اونهي کڏ ۽ ٻئي طرف بلند چٽون هونديون آهن، رستي جي ڪپن کي پاسن تان اڀريون روڪون ڏنل هونديون جن جي ڪري مسافر غلطيءَ سبب کڏ ۾ وڃي نه سگهندو آهي، پوءِ ڇا انهي روڪن جو مقصد ڪو وانهڙوءَ جي آزاديءَ جي کسڻ جو آهي؟

نه، بلڪ اصل ۾ انهن سان اهو مقصد آهي ته هنکي مصيبت ۾ پوڻ کان بچايو وڃي ۽ هو ڪنهن موڙ، هر ڪنهن ور ۽ هر ڪنهن خطري جي گمان واريءَ جاءِ تي هن کي ٻڌايو وڃي تہ تنهنجو رستو هوڏانهن نه آهي، هوڏانهن آهي، توکي هن طرف ڏي نه، هن طرف ڏي مڙڻ گهرجي ته تون سلامتيءَ سان پنهنجي منزل مقصود تي پهچي سگهين.

بس اهو ئي مقصد انهن حدن جو به آهي جـي خدا تعاليٰ پنهنجي قانون ۾ مقرر ڪيون آهن، اهي حدون انسان جي واسطي حياتيءَ جي سفر جو صحي طرف مقرر ڪن ٿيون ۽ هر ڪنهن ور وڪڙن سان پريل هنڌ، هر ڪنهن موڙ ۽ هرڪنهن ٻه واٽي تي هنکي ٻڌائين ٿيون ته سلامتيءَ جو رستو هن طرف آهي، توکي انهن طرفن ڏي نه، بلڪ هن طرف وڪ وڌائڻ گهرجي.

جيئن اڳ عرض ڪري چڪو آهيان ته خدا تعاليٰ جو اهو مقرر ڪيل قانون ڪنهن ٻئي گهڙي جهڙو نه آهي، اوهان جيڪڏهن گهرو ته ترڪيءَ ۽ ايران وانگر هن دستور جي خلاف بغاوت ڪري سگهو ٿا، مگر هن کي بدلائي نٿا سگهو، هي قيامت تائين هلڻ وارو قانون آهي، اسلامي اسٽيٽ جڏهن به ٺهي ته ڏهين هن ئي قانون مان ٺهي، جيستائين قرآن ۽ سنت رسول دنيا ۾ باقي آهن هن قانون جو هڪ قلم به پنهنجي هنڌ کان هٽي نٿو سگهجي، جنهنڪي مسلمان رهڻو هجي سو هن جي پابنديءَ تي مجبور آهي.

## اسلامي اسٽيٽ جو مقصد

انهي قانون جي حدن اندر جيڪا اسٽيٽ ٺهندي ان جي لاءِ هڪ مقصد به خدا تعاليٰ مقرر ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهي جي چٽائي قرآن شريف ۾ گهڻن ئي هنڌن تي ڪيل آهي، مثلا فرمايل آهي:—

لقد ارسلنا رسلنا بالبينات وانزلنا معهم الكتب و الميزان ليقوم الناس بالقسط و انزلنا الحديد فيه باس شديد و منافع للناس
( الحديد ٣ )

يعني اسان پنهنجي رسولن کي چٽين هدايتن سان موڪليو ۽ انهن سان ڪتاب ۽ ترازو لاٿاسون ته ماڻهون انصاف تي قائم رهن ۽ اسان لوه لاٿو، جنهن ۾ زبردست طاقت آهي ۽ ماڻهن لاءِ ان ۾ فائدا آهن.

هن آيت مان لوه مان مراد سياسي قوت آهي ۽ رسولن جو ڪم اهو ٻڌايو ويو آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي چٽين هدايتن ۽ پنهنجي ڪتاب ۾ جيڪو ترازو هنن کي ڏنو آهي يعني جنهن بلڪل نيڪ وزنائتي (Well Disciplined) حياتي جي طرف انهن کي واٽ ڏيکاري اٿس اهي موجب سيني لاءِ هڪ جهڙو انصاف (Social Justice) قائم ڪن.

ٻئي هنڌ فرمايو اٿس :-

الذين ان مڪنهم في الارض اقاموالصلوات و اتوالزكوات وامرو بالمعروف ونهوا عن المنكر (الحج ٢)

هي اهي شخص آهن ، جن کي جيڪڏهن اسين زمين ۾ ٽڪاءُ ۽ حڪومت عطا ڪندا سون ته هو نماز قائم ڪندا ۽ زڪوات ڏيندا ، نيڪيءَ جو حڪم ڪندا ۽ ۽ بديءَ کان روڪيندا

هڪڙي ٻيءَ جاءِ تي فرمايو اٿس :-

كنتم خير امت اخرجت للناس تامرون بالمعروف وتنهون عن المنكر و تومنون بالله (آل عمران ٢ ،)

اوهين اها بهترين جماعت آهيو جنهن کي سمورن انسانن لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي ، اوهين نيڪيءَ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ بديءَ کان روڪيو ٿا ، ۽ الله تي ايمان رکو ٿا .

انهن آيتن تي غور ڪرڻ سان اها ڳالهه چٽي ٿي

وچي ٿي ته قرآن شريف جنهن اسٽيٽ جو نقشو پيش ڪري رهيو آهي ان جو مقصد رڳو روڪڻ (Negative) نه آهي بلڪ هو بڻائڻ (Postive) جو مقصد به پنهنجي اڳيان رکي ٿو ۽ هن جي مدعا فقط اها نه آهي ته ماڻهن کي هڪ ٻئي تي اڳرائي ڪرڻ کان روڪي، سندن آزاديءَ جي سنڀال ڪري ۽ اسٽيٽ کي ٻاهرين حملن کان بچائي ۽ بلڪ هن جي مدعا اجتماعي انصاف جي پنهجي پاسن برابر واري بندوبست کي چالو ڪرڻ آهي جو خدا تعاليٰ جو ڪتاب پيش ڪري ٿو ۽ هن جو مقصد نيڪنءَ جي انهن سڀني شڪلين کي قائم ڪرڻ آهي جن کي خدا تعاليٰ پنهنجي چٽين هدايتن ۾ بيان ڪيو هن ڪم ۾ مناسب وقتن ۽ هنڌن تي سياسي طاقت جو استعمال به ڪيو ويندو ۽ تبليغ ۽ تلقين کان به ڪم ورتو ويندو، تعليم ۽ تربيت جا ذريعا به ڪم ۾ آندا ويندا ۽ جماعتي اثر ۽ عام راءِ جي دٻاءَ کي به استعمال ڪيو ويندو.

## هر چيز تي قبضو رکندڙ اسٽيٽ

ظاهر آهي ته انهي طرز جي اسٽيٽ پنهن جي عمل جي دائري کي ڪن ڳالهين تي بند نه رکندي اها هم گير (هر چيز تي قبضو رکندڙ) اسٽيٽ آهي ۽ هن جي هر عمل جو گهيرو سموري انساني حياتيءَ کي شامل آهي، هيءَ زندگي جي هر ڪنهن ڳالهه کي

پنهنجي خاص اخلاقي قانون ۽ سداري جـــي پروگرام موجب ٺي بڻائڻ گهري ٿي ، هن جي مقابلہ ۾ ڪو به شخص پنهنجي ڪنهن به ڳالهہ ڪـــي خانگي ۽ شخصي چئي نہ ٿو سگهي.

انهي خيال سان هيءَ اسٽيٽ فئسسٽ ۽ سوشلسٽ حڪومتن سان هـــڪ قسم جي مشابهت رکـــي ٿـــي مگر اڳتي هلي اوهين ڏسندا تہ انهي هوندي بہ هن ۾ زماني جي هرچيز تي قبضو رکندڙ (Totalitarian) ۽ سيڪا اختياري رکندڙ (Authoritarian) حڪومتن جهڙو رنگـــہ نـــہ آهي هـــن ۾ شخصي آزادي کسہ نـــٿـــي وڃي ۽ نڪي هن ۾ ڊڪٽيٽري (Dictator ship) ڏني وڃي ٿي ، هن باري ۾ جيڪو نهايت عمدي درجہ جو وچٿرو نمونو اسلامي حڪومتي نظام قائم ڪيو ويو آهي ۽ حق ۽ باطل جي وچ ۾ جهڙيون نازڪ ۽ باريڪ سرحدون قائم ڪيون ويون آهن انهن کي ڏسي هـــر هڪڙي روشن سمجهہ واري انسان جي دل شاهدي ڏيڻ لڳي ٿي تہ اهڙو سٺين ڪاني رارو نظام درحقيقت سي ڪجهہ ڄاڻندڙ ۽ سي ڪان وڏو دانا الله پاڪ بڻائـــي سگهي ٿو.

## جماعتي ۽ قانوني اسٽيٽ

ہي ڳالهہ ، جيڪا اسلامي اسٽيٽ جـــي قانون ۽ سندس مقصد ۽ سندس سداري جي طرز تي غور ڪرڻ

سان از خود روشن ٿي وڃي ٿي ته اها آهي ته اهڙي اسٽيٽ
کي اهي ئي شخص هلائي سگهن ٿا جي سندس قانون
تي ايمان رکندا هجن ، جن سندس مقصد کي پنهنجي
زندگيءَ جو مقصد بڻايو هجي ۽ جي هن جي مداري جي
پروگرام سان نه فقط پوريءَ طرح متفق هجن نه فقط
منجهس پورو عقيدو رکندڙ هجن بلڪ سندس روح
کي چڱي طرح سمجهندا به هجن ، اسلام انهي باري
۾ ڪا ملڪي ، رنگي زباني بندش ڪانه رکي آهي ،
هر ميني انسانن جي اڳيان پنهن هي قانون ،
مقصد ۽ پنهنجي مداري جي پروگرام کي پيش ڪري
ٿو ۽ جيڪو به شخص انهن کي قبول ڪري خواه اهو
ڪنهن به نسل ڪنهن به ملڪ ۽ ڪنهن به قوم سان
لاڳاپو رکندو هجي اهو انهي جماعت ۾ شريڪ ٿي سگهي
ٿو جا هن اسٽيٽ کي هلائڻ جي لاءِ بڻائي ويئي هجي ،
مگر جيڪو ان کي قبول نه ڪري ان کي اسٽيٽ
جي ڪم ۾ دخل ڏيڻ جو اختيار نه ٿو ڏيئي سگهجي ،
اهو اسٽيٽ جي حدن ۾ ذمي ( Subject ) جي حيثيت
سان رهي سگهي ٿو ، هن جي واسطي اسلام جي قانون
۾ مقرر ڪيل حق ۽ رعايتون موجود آهن ، هن جان ۽
مال ۽ عزت جي پوري حفاظت ڪئي ويندي مگر
هر حالت ۾ هن کي حڪومت ۾ شريڪ جي حيثيت واريءَ
پارٽيءَ جي اسٽيٽ آهي

هتي به اسلامي اسٽيٽ ۽ ڪميونسٽ اسٽيٽ ۾ هڪڙي قسم جي مشابهت ڏني وڃي ٿي، مگر ٻين طريقن تي اعتماد رکندڙن مان جيڪو ورتاءُ ڪميونسٽن جي اسٽيٽ ڪري ٿي، ان کي انهي ورتاءُ مان ڪا به نسبت ڪا نه آهي جيڪو اسلامي اسٽيٽ ڪري ٿي، اسلام ۾ اها صورت ڪانهي جا ڪميونسٽ حڪومت ۾ آهي ته غلبو ۽ اقتدار حاصل ڪندي پنهنجي تمدني اصولن کي ٻين تي زوريءَ مڙهيو وڃي، ملڪيتون ضبط ڪيون وڃن، قتل ۽ خون جي بازار گرم ڪجي ۽ هزارن لکن ماڻهن کي هڪڙي زمين جي جهنم ساڙيريا ڏنهن پارسل ڪيو وڃي، اسلام غير مسلمن جي واسطي جيڪو فياضانه ورتاءُ پنهنجي اسٽيٽ ۾ اختيار ڪيو آهي ۽ انهي باري ۾ عدل ۽ ظلم، سڌي رستي ۽ اڻ سڌي رستي جي وچه جيڪو سنهو ليڪو سنڌي جو ڪڍيو آهي ان کي ڏسي هر ڪو انصاف پسند ماڻهو هڪڙيءَ نظر سان معلوم ڪري سگهي ٿو ته خدا تعاليٰ جي طرف کان جيڪي سڌارو ڪندڙ اچن ٿا سي ڪهڙيءَ طرح ڪم ڪن ٿا ۽ زمين ۾ جيڪي هٺرادو ۽ نقلي سڌارڪ اٿي کڙا ٿين ٿا تن جي ڪم جو طريقو ڪهڙو آهي.

## خلافت جو نظريو

هاڻي اچو اوهان کي اسلامي اسٽيٽ ڏاهن ۽ سنڌس

اڈاوت جي طرز جي ٿوري سمجهاڻي ڏيندس.

هي ڳالهه آءٌ اوهان کي اڳ عرض ڪري چڪو آهيان ته اسلام ۾ اصلي حاڪم الله تعاليٰ آهي، انهي بنيادي اصول کي نظر ۾ رکي جڏهين اوهين هن سوال تي غور ڪندا ته زمين ۾ جيڪي شخص خدا جي قانون کي جاري ڪرڻ لاءِ اٿن تن جي حيثيت ڪهڙي هجڻ گهرجي، ته اهان جو ذهن ازخود پڪاريندو ته هو اصلي حاڪم جا نائب ليکيا وڃن، بلڪل اها ئي حيثيت اسلام به هنن کي ڏني آهي، جئن ته قرآن شريف ٿو چوي ته:-

وعدالله الذين آمنوا منكم و عملو الصلحت ليستخلفنهم في الارض كما استخلف الذين من قبلهم.

(الله تعاليٰ وعدو ڪيو آهي انهن شخصن سان، جي اوهان مان ايمان آڻين ۽ نيڪ عمل ڪن، ته انهن کي زمين ۾ خليفو (نائب) بڻائيندو، اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح هن هنن کان اڳين کي خليفو بنايو هو.

اها آيت اسلام جي رياست جي نظريه (Theory of State) تي نهايت صاف روشني وجهي ٿي، هن ۾ به بنيادي نڪتا بيان ڪيا ويا آهن، پهريون نڪتو هيءُ ته اسلام حاڪميت (Sorereiganty) جي بجاءِ خلافت (Vicegerecy) جو اصطلاح ڪم آڻي ٿو، جئن ته انهي نظريه موجب حاڪميت خدا جي آهي، ان ڪري

جيڪو شخص اسلامي قانون هيٺ زمين تي حڪمران ٿئي ان کي ضرورو بالضرور حاڪم اعليٰ جو خليفو (Vicegerent) ٿيڻ گهرجي. جنهن کي فقط سونپيل اختيار ( Delegated Powers ) ڪم آڻڻ جي اجازت هوندي.

هي ڪتڪو جهڙي ڳالهه هن آيت ۾ اها آهي تہ خليفي بڻائڻ جو وعدو سمورن مومنن سان ڪيو ويو آهي ، اهو نہ چيل آهي تہ انهن مان ڪنهن کي خليفو بڻائيندس ، انهيءَ مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي تہ سڀ مومن خلافت جو بار کڻندڙ آهن ، خدا تعاليٰ جي طرف کان جيڪا خلافت مومن کي عطا ٿيل آهي سا عام خلافت (Popular Riegcerency) آهي ڪنهن شخص يا خاندان يا نسل يا طبقہ جي لاءِ خاص ڪانہ آهي ، هر مومن پنهن جہ جاءِ تي خدا جو خليفو آهي ، خليفو هجڻ جي حيثيت سان ذار ذار هر ڪو خدا جي اڳيان جوابدار آهي (مشهور حديث آهي تہ ڪلڪم راع و ڪلڪم مسئول عن رعيتہ يعني اوهان مان هرڪو شخص سردار آهي ۽ اوهين سڀ خدا تعاليٰ جي اڳيان پنهنجي رعيت جي باري ۾ جوابدار آهيو) ۽ هڪڙو خليفو ٻئي خليفي جي مقابلہ ۾ ڪنهن بہ حيثيت سان گهٽ درجہ تي نہ آهي،

## اسلامي جمهوريت جي حيثيت

اهو آهي اسلامي ڊيمو ڪريسي (جمهوريت) جو

بنياد، عام خلافت جي انهيءَ خيال کي ٿاپڻ سان هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا:-

(١) اهڙي مساواتي، جنهن ۾ هر شخص خليفو هجي ۽ خلافت ۾ هڪجهڙو شريڪ هجي، سڀ انسان کي طبقن ۾ ورهائڻ (غريب، امير، مزور، سرمايدار وغيره) جي وراثت ۽ پيدائشي تفاوتن (مثلا اڇوتپڻ ۽ براهمڻ يا ماڇي ڇڙن ۽ سيد پٺو يا گذراني صورتن جي تفاوتن (مثلا عطر وڪڻندڙ ۽ موچي يا سيٺ ۽ ڪاسبي کي پنهنجي اندر اجازت نه ٿي ڏئي سگهي، هن ۾ سڀ انسان هڪ جهڙي حيثيت ۽ هڪ جهڙو مرتبو رکندڙ هوندا ۽ وڏو درجو جيڪو به هوندو سو شخصي قابليت ۽ اخلاق جي اعتبار موجب هوندو اهائي ڳالهه آهي جنهن کي نبي صلي الله عليه وسلم بار بار هيءَ طرح بيان فرمايو آهي:-

ليس لاحد فضل علي احد الا بدين و تقوي ، الناس کلهم بنو آدم و آدم من تراب لافضل لعربي علي عجمي ولا عجمي علي عربي و لا لابيض علي اسود و لا لاسود علي ابيض الا بالتقوي.

ڪو به ڪنهن کان ڀلارو نه آهي، جي آهي ته فقط دين جي علم ۽ عمل ۽ نيڪ هجڻ جي خيال موجب سڀ ماڻهو آدم جو اولاد آهن ۽ آدم مٽيءَ مان بڻيو هو نڪي عربي ڪنهن عجمي کان ڀلارو آهي نڪي

عجمي عربيءَ کان نڪو ڪو ڳورو ڪارو کان، نڪي ڪو ڪارو گوري کان، ڀلارائي آهي تہ نيڪ هجڻ جي بنياد تي۔

مڪي جي فتح کان پوءِ جڏهن سمورو عرب اسلامي اسٽيٽ جي دائري ۾ اچي ويو تڏهن رسول الله صلي الله عليہ و سلم خود پنهنجي خاندان وارن کي، جي عربستان ۾ برهمڻ جهڙي حيثيت رکندا هوا تن کي فرمايو تہ:-

يا معشرالقريش، ان الله قد اذهب عنکم نحوه الجاهليت و تعظمها الاباء ايهاالناس کلکم من ادم و ادم من تراب لافخرالانساب لا فضل للعربي علي العجمي علي العربي، ان اکرمکم عندالله اتقاکم۔

(قريشو! الله تعاليٰ اوهان جي جاهليت جي آڪڙ ۽ ابن ڏاڏن جي وڏائي جي ناز کي دور ڪري ڇڏيو، اي انسانو! اوهين سڀ آدم جو اولاد آهيو ۽ آدم مٽيءَ مان ٺهيو هو، نسب جو فخر ڪا چيز نہ آهي، عرب کي عجميءَ تي ۽ عجميءَ کي عرب تي ڪو بہ فخر ڪونهي، الله وٽ اوهان مان ڀلارو اهو آهي جو اوهان مان سڀ کان وڌيڪ نيڪ آهي،

(٢) اهڙيءَ طرح ٻوليءَ ۾ ڪنهن بہ شخص يا شخصن جي ڪنهن ٻوليءَ لاءِ سندس پيدائيش، يا سندس روزگار جي مرتبي (Social Status) يا سندس ذاتي جي

ڏيان موجب اهڙي قسم جون رنڊڪون نہ ٿيون ٿي سگهن جي سنڌس ذاتي قابليت جي وڌڻ ۽ بجهڻ ۾ سندس هستيءَ جي واڌاري ۾ ڪنهن بہ طرح روڪ وجهندڙ هجن، هن ڪري جماعت جي هڪ سڀني شخصن وانگر ترقيءَ جا هڪ جهڙا موقعا ني حاصل هجن گهرجن هن لاءِ رستو کليل هجڻ گهرجي جو هنڻن جي قوت ۽ لياقت موجب جيستائين وڌي سگهي وڌندو هليو وڃي، سواءِ انهي جي، جو هو پڻ جي اهڙي طرح وڌڻ ۾ ڪا رنڊڪ وجهندڙ هجي.

اهي ڳالهيون اسلام ۾ حد درجہ جون ڏٺيون وڃن ٿيون، غلام ۽ غلام زاد فوجن جا آفيسر ۽ صوبن جا گورنر بڻايا ويا ۽ وڏن اوچن گهرانن جا سردار سندن زيردستيءَ ۾ هوا.

موچي جتيون سبندي اٿيا ۽ امامت جي مسند تي وڃي ويٺا!

ڪوري ۽ ڪاڇي فتويٰ ڏيندڙ، انصاف ڪندڙ ۽ مسئلا ٻڌائيندڙ (مفتي قاضي ۽ فقيہ) بڻجي ويا ۽ اڄ سندن نالا اسلام جي بزرگن جي فهرست ۾ آهن، حديث ۾ ارشاد ٿيل آهي تہ ٻڌو ۽ تابعداري ڪريو، پوءِ ڪٿي توهان جو سردار هڪ شيدي ڇانهو ڇو نہ بڻايو وڃي!

(۳) اهڙي سوسائٽيءَ ۾ ڪنهن شخص يا ڪنهن

ٽوليءَ (Group) جي ڊڪٽيٽريءَ جي واسطي ڪا به
گنجائش ڪانهي، هن ڪري جو هتي هر شخص خليفو
آهي، ڪنهن به شخص يا ٽوليءَ کي حق نه آهي جو
عام مسلمانن جي خلافت کسي پاڻ چڙ واڳه حاڪم
بڻجي وڃي.

هتي ته جيڪو شخص حاڪم بڻايو وڃي ٿو تنهن
جي اصلي حيثيت اها آهي ته سمورا مسلمان يا اصطلاحي
لفظن ۾ سمورا خليفا پنهنجي رضا مندي سان پنهنجي
خلافت کي انتظامي مقصدن جي لاءِ هن جي هستيءَ
۾ اچي گڏ (Concentrato) ڪن ٿا، هو هڪ طرف
خدا تعاليٰ جي اڳيان جوابدار آهي ته ٻئي طرف انهن
عام خليفن جي اڳيان جن پنهن جي خلافت هن کي
سونپي آهي، هاڻي جيڪڏهن هو غير ذمه دار چڙ واڳه
حاڪم يعني ڊڪٽيٽر بڻجي ٿو ته خليفي جي بجاءِ غاصب
جي حيثيت اختيار ٿو ڪري، ڇو ته "ڊڪٽيٽر شپ"
دراصل "عام خلافت" جي سخت مخالف آهي.

انهي ۾ شڪ نه آهي ته اسلامي اسٽيٽ هڪ ڪلي
اسٽيٽ آهي ۽ حياتي جي سڀني شاخن تي هن جو
دائرو پکڙيل آهي مگر انهي حڪومت ۽ هر ڳالهه کي
گهرڻ جو بنياد اهو آهي جو خدا تعاليٰ جو اهو قانون
ئي هر ڳالهه کي گهيريندڙ آهي جنهن کي اسلامي حاڪم
چالو ڪري ٿو ته خدا تعاليٰ حياتيءَ جي هر ڪنهن

شعبي بابت جيڪي هدايتون ڏنيون آهن سي يقيناً هر
ڳالهه تي پوريءَ طرح جاري ڪيون وينديون مگر انهن
هدايتن کان مٿي اسلامي حاڪم پاڻ (R-gimentation)
پنهن جي پاليسي اختيار نٿو ڪري سگهي، هو ماڻهن
کي مجبور نه ٿو ڪري سگهي ته فلاڻو ڌندو ڪريو ۽
فلاڻو ڌندو نه ڪريو، فلاڻو فن سکو ۽ فلاڻو نه سکو
پنهنجي ٻچن کي فلاڻي قسم جي تعليم ڏياريو ۽ فلاڻي
قسم جي نه ڏياريو، جهڙي اختيار روس ۽ جرمنيءَ
۽ اٽليءَ ۾ ڊڪٽيٽرن پنهنجي هٿ ۾ رکيا آهن يا جن
کي اتا ترڪ ترڪيءَ ۾ استعمال ڪيو. اسلام اهي اختيار
امير کي عطا نه ڪيا آهن، انهي کان سواءِ هڪڙو اهم
نڪتو اهو آهي ته اسلام ۾ هر ڪو شخص پنهن جي سر
خدا تعاليٰ اڳيان جوابدار آهي، اها پنهن جي سر جي
جوابداري (Personal respoumidlity) اهڙي آهي
جنهن ۾ ڪو ٻيو شخص هن سان شريڪ نه آهي. ان
ڪري هن کي قانون جي حدن اندر پوري آزادي
هجڻ گهرجي ته پنهنجي لاءِ جيڪو رستو وڻيس اختيار
ڪري ۽ جيڏانهن هن جو لاڙو هجي پنهنجي قوتن کي
انهي طرف وڌڻ جي واسطي استعمال ڪري، جيڪڏهن
امير سندس راه ۾ رڪاوٽ وجهندو ته اهو پاڻ انهي
ظلم جي لاءِ الله تعاليٰ وٽ پڪڙيو ويندو. اهو ئي سبب
آهي جو نبي صلي الله عليه وسلم يا سندن خلفاءَ

راشد بن يعني پهرين پنجن خلفن جي حڪومت ۾ (Regimentation) جو نالو نشان به نه ٿو ملي.

(ع) اهڙيءَ سوسائٽيءَ (جماعت) ۾ هر ڪنهن عاقل ۽ بالغ مسلمان کي، خواه هو مرد هجي خواه عورت ووٽ ڏيڻ جو حق حاصل آهي ۽ هن ڪري جو هو خلافت جو بار کڻندڙ آهي، خدا تعاليٰ انهي خلافت لاءِ ڪنهن خاص لياقت يا خاص دولتمنديءَ جي درجه (مثلاً فلاڻو امتحان پاس ڪيل يا هيتري ڏيل پرڻ واري زمين هوکيندڙ يا پوکائيندڙ يا هيترو ٽلڪس پر يندڙ جو شرط رکيو آهي، بلڪ فقط ايمان ۽ نيڪ ڪمن ۾ هرڪو مسلمان ٻئي مسلمان سان هڪ جهڙي حيثيت رکي ٿو.

## انفراديت ۽ اجتماعيت جو توازن

هڪ طرف اسلام اها ڪمال درجه جي جمهوريت قائم ڪئي آهي، ٻئي طرف هن اهڙي انفراديت (Individualism) (يعني هر شخص جي خود مختياريءَ کي به ختم ڪري ڇڏيو جا اجتماعيت (يعني جماعت بندي (Socialism) جو انڪار ڪندي هجي، هتي هڪ شخص ۽ جماعت جو لاڳاپو اهڙي طرح قائم ڪيو ويو آهي جو نڪي هڪ شخص جي شخصيت جماعت ۾ گم ٿي وڃي جهڙيءَ طرح ڪميونزم ۽ فاشزم جي

جماعتي نظام ۾ تي وجي ٿو، ۽ نڪي شخص پنهنجي حد کان اڳرو وڌي وڃي جو جماعت جي واسطي نقصان ڪار ٿئي، جئن مغربي جمهوريتن جو حال آهي؟

اسلام ۾ فرد جي حياتيءَ جو مقصد به اهو ئي آهي جو جماعت جي حياتيءَ جو مقصد آهي، يعني قانون الاهيءَ جو چالو ڪرڻ، خدا پاڪ جي راضپي کي حاصل ڪرڻ، انهي کان سواء اسلام ۾ شخص جي پوري طرح سنڀال ڪرڻ بعد هن تي جماعت جا خاص فرض به رکيا ويا آهن.

اهڙيءَ طرح انفراديت (هڪ هڪ شخص) ۽ اجتماعيت (جماعت بنديءَ) ۾ اهڙي موافق (هڪ جهڙائي (Harm ney) پيدا ٿي ويئي آهي جو شخص کي پنهن جي قوتن جي وڌائڻ ويجهائڻ جو پورو موقعو به ملي ٿو ۽ وري هو پنهنجي انهن ترقيءَ پاتل قوتن سان جماعتي بهتريءَ ۽ بهبوديءَ ۾ به مددگار بڻجي وڃي ٿو.

اهو هڪڙو وڏو بحث آهي جنهن جي بيان ڪرڻ جو هتي موقع نا هي، انهي جي طرف اشارو ڪرڻ مان منهن جو مقصد فقط انهن غلط فهمين کي دفع ڪرڻ هو. جيڪي اسلامي جمهوريت جي متي ذڪر ڪيل حقيقت مان پيدا ٿي سگهيون ٿي.

# اسلامي اسٽيٽ جي شڪل

"عام خلافت" جي تصور جي اندروني حقيقت جيڪا مون بيان ڪئي آهي، ان کي نظر ۾ رکڻ کان پوءِ اوهين پاڻ سمجهي سگهو ٿا ته، اسلامي اسٽيٽ ۾ امام يا امير يا حڪومت جي صدر جي حيثيت انهي کان وڌيڪ ڪجهه نه آهي ته عام مسلمانن کي جيڪا خلافت حاصل آهي ان جا اختيار هو پاڻ منجهان هڪ بهترين شخص جي چونڊ ڪري امانت جي طور ان کي سپاربن ٿا، هن جي واسطي جيڪو "خليفو" جو اڪثر استعمال ڪيو وڃي ٿو تنهن جو مطلب اهو نه آهي ته بس اهوئي اڪيلو خليفو آهي بلڪ انهي جو مطلب آهي آهي ته عام مسلمانن جي خلافت هن جي شخصيت ۾ اچي گڏ (Concentrate) ٿي آهي.

هاڻي آءٌ مختصر لفظن ۾ حڪومت جي انهي طرز جون ڪي خاص خاص ڳالهيون بيان ڪندس ته جو هڪ چٽو نقشو اوهان جي اڳيان اچي وڃي.

(۱) امير جي چونڊ ان اڪرمڪم عند الله اتقاڪم جي اصول تي ٿيندي يعني عام مسلمان جنهن جي چال چلت تي پوري طرح ڀروسو رکندا هجن اهوئي انهيءَ عهدي جي واسطي چونڊيو ويندو ۽ جڏهن هي چونڊجي ويندو تڏهن ان کي سياه سفيد سڀ اختيار هوندا، هن تي ڀروسو ڪيو ويندو، جيستائين هو خدا

۽ رسول جي قانون جي پيروي ڪندو تيستائين سندس مڪمل طرح فرمانبرداري ڪبي.

(۲) امير، تنقيد (نقته چيني يا ٽيڪ ٽپڻي) کان مٿي نه هوندو، هر ڪنهن عام مسلمان کي سندس نه فقط عام يا حڪومتي ڪمن، بلڪ شخصي ۽ خانگي ڪمن تي به نقته چيني ڪرڻ جي اجازت هوندي هو موقوف ڪرڻ جو به لائق هوندو، قانون جي نگاهه ۾ سندس حيثيت عام شهرين جي برابر هوندي ڪورٽ ۾ هن تي مقدمو داخل ڪرائي سگهبو ۽ هو ڪورٽ ۾ پنهنجي ڪان ٻئي نمونه جي برتاءَ جو حقدار نه هوندو.

(۳) امير کي مشوري سان ڪم ڪرڻو پوندو، مجلس شوريٰ (صلاحڪارن جي ڪائونسل) اهڙي هوندي جنهن تي عام مسلمانن جو ڀروسو هجي، شروع ۾ انهي جي ڪا به منع نه آهي ته انهي مجلس کي مسلمانن جي ووٽن سان چونڊيو وڃي، اگرچ انهي جو مثال خلافت راشده ۾ ڪو نه ٿو ڏسجي.

(۴) عام طرح مجلس جا فيصلا گهڻائي جي راءِ سان ٿيندا، مگر اسلام تعداد جي گهڻائي کي حق جو معيار نٿو مڃي، قل لا يستوي الخبيث و الطيب ولوا عجبک کثرت الخبيث. اسلام ووٽ اهو ٿي سگهي ٿو جو هڪڙي اڪيلي شخص جي راءِ سچي ۽ مجلس جي راءِ جي مقابله ۾ حق تي هجي، ۽ جيڪڏهن ائين ٿئي ته

هوءَ ڪو بہ سبب ڪونهي جو حق ڪسي انهي ڪري
چڱي ڏنو وڃي جو هن جي مخالفت ۾ هڪ نهايت
وڏو انبوهه آهي.

انڪري امير کي حق آهي جو گهڻائي سان موافقت
ڪري يا ٿورائي سان ۽ امير کي اهو بہ حق آهي تہ
مجلس سان اختلاف ڪري پنهنجي راءِ تي فيصلو
ڪري، مگر هر ڪنهن صورت ۾ عام مسلمان انهي ڳالهہ
تي نظر رکندا تہ امير پنهنجي انهن وسيع اختيارن کي
تقويٰ ۽ خدا جي خوف سان استعمال ٿو ڪري يا نفسانيت
سان بہ صورت ۾ عام راءِ انهي امير کي اميريءَ جي گاديءَ
تان هيٺ بہ لاهي سگهي ٿو.

(ه) اميريءَ يا صلاحڪار مجلس جي ميمبريءَ يا
ڪنهن ذمہ واريءَ جي عهدي جي لاءِ ڪو بہ اهڙو
شخص نہ چونڊيو ويندو جو پاڻ انهي جو اميدوار هجي
يا ڪنهن طور تي انهي جي واسطي ڪوشش ڪري
اسلام ۾ اميدواريءَ (Candidture) ۽ چونڊ جي
پروپئگنڊا جي واسطي ڪا بہ گنجائش اصل ڪا نہ آهي
نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي صاف هدايت آهي
تہ اميدوار کي ڪو بہ عهدو نہ ڏنو وڃي، اسلامي ذهنيت
انهي ڳالهہ جي خيال کان بہ نفرت ڪري ٿي جو
هڪڙي عهدي جي واسطي ٻہ ٽي چار اميدوار ڪڙا ٿين،
هڪ ٻئي جي خلاف اشتهار بازي جلسہ بازي ۽ اخبار

پرو پئگنڊا ڪن ، ووٽرن کي طرح طرح سان بيوقوف بنائون ، ڪاڏي جون ديگيون چڙهايون وڃن ، سوٽرون ڏوڙن ۽ هنن منجهان اهو اميدوار بازي کٽي وڃي جيڪو ڪوڙ ۽ فريب ۽ پئسي هارڻ ۾ سڀني کان وڌيل هجي ، اهي شيطاني جمهوريت جا لعنتي طريقا آهن ، جيڪڏهن انهن جو ذرو به اسلامي حڪومت ۾ آندو ويو ته پوءِ صلاحڪار ڪونسل ۾ چونڊڻ ته ٺهيو پر اهڙن ملاڻهن کي قاضي (جج) جي ڪورٽ ۾ پيش ڪري جيڪر سزا ڏياري وڃي.

(٦) اسلامي صلاحڪار ڪائونسل ۾ پارٽـي بازي تي نه ٿي سگهي ، هر هڪ شخص آزاد هوندو ۽ حق موجب راءِ ڏيندو ، اسلام ۾ انهي جو موقعو نه آهي جو اوهين هر حالت ۾ پنهنجي پارٽي جو ساٿ ڏينـدا خواه اها حق تي هجي خواه باطل تي ، بلڪ اسلامي روح جي زوردار گهر اها آهي ته اج ڪنهن جي راءِ کي اوهين حق تي ڏسو تـه انهي جـو ساٿ ڏيو ۽ سياڻي ڪنهن ٻئي مسئلي ۾ جيڪڏهين انهي ساڳئي شخص جي راءِ اوهان جي نظر ۾ حق جي خلاف هجي ته انهي سان اختلاف ڪريو.

(٧) اسلام انصاف جي کاتي کي ڪامورن جي کاته کان بلڪل آزاد رکيو ويو آهي ، قاضيءَ (جج) جو ڪم آهي خدا جي قانون کي سندس بندن مٿان هلائڻ جو ،

عدالت جي ڪرسيءَ تي امير يا خليفي جي نائب جي
حيثيت سان نه، بلڪ الله عز و جل جي نائب جي حيثيت
سان وهي ٿو، انگريزي ڪورٽ ۾ هن جي اڳيان خود
خليفي جي به ڪا وڏيڪ عزت نه آهي، ڪنهن به شخص
کي پنهنجي هستيءَ يا پنهنجي خاندان يا پنهنجي عهدي
جي سبب ڪان اهو حق حاصل نه آهي جو هن کي
قاضيءَ جي اڳيان حاضر ٿيڻ کان معافي ڏني وڃي.

هڪڙو گهٽ درجي جو مزور، هڪ غريب هاري
هڪ مسڪين فقير به انهي جو حق ٿو رکي ته وڏي
شخص، ايتري قدر، جو خود خليفي جي خلاف قاضيءَ
جي ڪورٽ ۾ فرياد داخل ڪري سگهي ٿو! ۽ قاضيءَ
کي پورا اختيار حاصل آهن ته جيڪڏهن مدعيءَ جو
حق ثابت ٿي وڃي ته خداتعالىٰ جو قانون خليفي تي
به ٺيڪ انهي طرح هلائي ڇڏي جيئن هڪ عام مسلمان
تي هلائي ٿو

اهڙيءَ طرح خليفي کي به پنهنجي ذات تي حيثيت ۾
ڪنهن خلاف شڪايت هجي ته هو پنهن جا حاڪمانا
اختيار استعمال ڪري پاڻ انهي شڪايت کي دور
ڪرڻ جو حق نه ٿو رکي بلڪ قانون موجب هو مجبور
آهي ته هڪڙي عام شهري وانگر ڪورٽ جو
دروازو کڙڪائي!

هن مختصر خطبي ۾ منهنجي لاءِ اهو موقع نه آهي جو

اسلامي اسٽيٽ جي تفصيلي صورت اوهان جي اڳيان پيش ڪري سگهان، تنهنجي روح ۽ الهي طرز جي ڪاروائيءَ کي پوري طرح سمجهڻ جي لاءِ نبي صلي الله عليه و سلم ۽ خلفاءِ راشدين جي حڪومتي دور جا مثال پيش ڪرڻ ضروري آهن ۽ ايتري گنجائش هتي ڪانهي، تڏهين به مونکي اميد آهي ته جيڪي مون بيان ڪيو آهي سو اسلامي طرز جي حڪومت جو ڇڏو نمو؛ پيش ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، و آخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين —

# اسلام رڳو هڪ جامد مذهب نه آهي بلڪ هڪ تحريڪ آهي

## هن تحريڪ کي سمجهڻ لاءِ

## ذهن کي اسلامي طرز تي بڻائڻ لاءِ هيٺ ڏنل ڪتابن جو مطالعو نهايت ضروري آهي

| | | |
|---|---|---|
| ١- خطبات | از سيد ابوالاعليٰ مودودي | ٢-٠-٠ |
| ٢- رساله دينيات | ″ | ٢-٠-٠ |
| ٣- جماعت اسلامي جو مقصد تاريخ ۽ لائحه عمل | ″ | ١-٠-٠ |
| ٤- حقيقت اسلام | ″ | ٠-١٥-٠ |
| ٥- ″ صوم وصلواة | ″ | ٠-١٢-٠ |
| ٦- ″ حج | ″ | ٠-١٢-٠ |
| ٧- ″ جهاد | ″ | ٠-١٢-٠ |
| ٨- ″ زڪواة | ″ | ٠-١٢-٠ |
| ٩- ويچارڻ جهڙيون ڳالهيون | ″ | ٠-٢-٠ |
| ١٠- ايمان جي ڪسوٽي | ″ | ٠-٢-٠ |
| ١١- ڪلمون پاڪ ۽ ڪلمون پليت | ″ | ٠-٢-٠ |
| ١٢- ڪلمي پاڪ تي ايمان آڻڻ جو مقصد | ″ | ٠-٢-٠ |
| ١٣- مسلمان ٿيڻ لاءِ علم جي ضرورت | ″ | ٠-٢-٠ |

| | | |
|---|---|---|
| ۱۴. دين ۽ شريعت | از سيد ابوالاعلیٰ مودودي | ۰-۲-۰ |
| ۱۵. ڪلمهٔ طيبه جي معنیٰ | " | ۰-۲-۰ |
| ۱۶. مسلم ۽ ڪافر جو اصلي فرق | " | ۰-۲-۰ |
| ۱۷. خدا جي تابعداري | " | ۰-۲-۰ |
| ۱۸. مسلمان ڪنهن کي ٿا چون | " | ۰-۲-۰ |
| ۱۹. نماز | از ابوسليم محمد عبدالحئي | ۰-۸-۰ |
| ۲۰. قرآني دعائون | | ۰-۲-۰ |
| ۲۱. قرآنی دعائیں (اردو) | | ۰-۲-۰ |
| ۲۲. حق جي گواهي | از سيد ابوالاعلیٰ مودودي | ۰-۶-۰ |
| ۲۳. سلامتيءَ جو رستو | " | ۰-۶-۰ |
| ۲۴. اسلام جو سياسي نظريه | " | ۰-۹-۰ |

ملڻ جو پتو:

سنڌي دارالاشاعت جماعت اسلامي

والس روڊ سکر

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)